# شاهہ جي ڪلام ۾
# ٻهاڪاءُ محاورا




سيد اظهر گيلاني

مهراڻ اڪيڊمي

# شاهه جي ڪلام ۾

# پهاڪا ۽ محاورا

سيد اظهر گيلاني

مهراڻ اڪيڊمي

ڪتاب نمبر (197)




نالو ڪتاب : شاهہ جي ڪلام ۾ پهاڪا ۽ محاورا
مؤلف : سيد اظهر گيلاني
ڇپائيندڙ : مهراڻ اڪيڊمي
ڪمپوزنگ : اسٽار ڪمپوزرس شڪارپور
ڇاپو پهريون : مئي 2004ع
تعداد : 1100

قيمت =/60 رپيا

ملڻ جا هنڌ:

مهراڻ اڪيڊمي واڳڻودر شڪارپور
۽
سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# فهرست

# پنهنجي طرفان

سڀ تعريفون جڳائن هڪ الله کي، جيڪو هن جهان جو خالق ۽ مالڪ آهي ۽ صلواتون ۽ سلام ڪائنات جي ڪارڻي حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي مٿان، جن الله پاڪ جو ڏنل علم هن جهان ۾ پکيڙيو ۽ ظلمات کي نور ۾ بدلائي ڇڏيو. ان نور جي لاٽن ۽ جوتين نيڪ ۽ صالح انسانن کي هر دور ۾ رهنمائي بخشي آهي، جن وري ان روشنيءَ کي عام انسانن کي سڌين دڳ لائڻ جي ڪم آندو آهي.

آخري نبي صلي الله عليه وسلم جن ڪانپوءِ هر دور ۽ هر قوم ۾ الله جا صالح بندا اهو ڪم ڪندا آيا آهن. سنڌ ڌرتي به ان لحاظ کان خوشنصيب رهي آهي جو هن سرزمين تي شاعرن ۽ صوفين جو سرتاج حضرت سيد عبداللطيف ڀٽائيءَ جهڙو نيڪ ۽ صالح بزرگ شاعر پيدا ٿيو، جنهن نه صرف پنهنجي الهامي شاعريءَ وسيلي الله جي توحيد، رسول ڪريم ﷺ جي رسالت، امامن سڳورن ۽ اصحابي سڳورن جي محبت سان گڏ سنڌ جي تاريخ، ماروئڙن جي ڏکن سکن، سنڌ جي جاگرافيائي حدن، سنڌ جي ڪمين ڪاسبين جي ڌنڌن، سنڌ جي سخي مردن ۽ سورمين ۽ سنڌ سان سڄڻائپ کي نروار ڪيو پر پنهنجي ڪلام وسيلي سنڌي ٻوليءَ کي اسلوب، گرامر، نوان نوان پهاڪا، محاورا ۽ تشبيهون ڏئي، هڪ نئين زندگي بخشي ڇڏي آهي.

هونئن ته شاهه صاحب جي زندگي، فن ۽ فڪر تي گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي پر سندس ڪلام جي اڀتار ان ريت ڪونه ڪئي وئي آهي جو سندس ڪلام ۾ آيل پهاڪا، محاورا ۽ تشبيهون عام پڙهندڙ جي آڏو ظاهر ٿي بيهن. ان سلسلي ۾ ڪو هيڪڙ ٻيڪڙ مضمون رسالن ۾ ڇپيو آهي باقي مڪمل رسالي جي ڇنڊڇاڻ ڪري پهاڪن ۽ محاورن وارن بيتن تي نه ڪا خاص تحقيق ڪئي وئي آهي ۽ نه ڪو ڪتاب لکيو ويو آهي.

ان دقيق ۽ محنت طلب ڪم کي اسانجي سنڌ جي نامور بزرگ شاعر سيد اظهر گيلاني صاحب پنهنجي سر تي کنيو ۽ ڪافي عرصي جي محنت ۽ جاکوڙ ڪانپوءِ ان کي توڙ رسايو ۽ اسان شڪرگذار آهيون گيلاني صاحب جا جن پنهنجو هي پورهيو مهراڻ اڪيڊميءَ حوالي ڪيو.

مهراڻ اڪيڊمي سنڌ جي ادب کي مالامال ڪرڻ ۽ سنڌي ادب جي واڌ ۽ شاهه لطيف رحه جي فڪر کي ڦهلائڻ لاءِ هر وقت ڪوشش ۾ رڌل آهي. مهراڻ اڪيڊميءَ جو شاهه صاحب تي هي ١٨ ڪتاب آهي.

**غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ**
پبليڪيشن ڊائريڪٽر
مهراڻ اڪيڊمي

# ڀيٽا

انهن خوش فڪر شاعرن ۽ اديبن، محققن ۽ دانشورن، قلمڪارن ۽ فنڪارن، خوش نويسن ۽ ڪاتبن، مصورن ۽ چترڪارن، جي نالي.

(١) جن شاعرن شاه جي صفت ۽ ثنا ۾ عمدا شعر لکيا.
(٢) جن شاه تي مثالي مضمون ۽ مقالا، رسالا ۽ ڪتاب قلمبند ڪيا.
(٣) جن شاه تي تحقيقاتي ڪم ۽ بصيرت افروز تبصرا ڪيا.
(٤) جن سُر وارن، پنهنجي سُر ۽ لئہ جي سنگت سان شاه جو ڪلام ڳايو.
(٥) جن ريڊيو ۽ ٽي ويءَ تان شاه جا ٻول ٻڌائي، عوام جو روح ريجهايو.
(٦) جن خوش نويسن ۽ ڪاتبن، خوش رقم قلم ڪان شاه تي ڪم ورتو.
(٧) جن چترڪارن، شاه جي معياري بيتن کي باريڪ بيني سان ڏسندي، انهن جي معنيٰ ۽ مطلب کي ذهن نشين ڪندي، انهن جون حسين ۽ دلنشين، تصويرون چٽيون.

سيد اظهر گيلاني

# عاجزانہ الفاظ

## (۱) حمد

صدف ۾ تو گوهر کي حق آبرو ڏي.
جو طالب آ، اُن کي بنا جستجو ڏي.
بشر کي ملي رزق، گُلَ کي تي خوشبو،
ڪري سنگَ کي لعل، سڀ ڪجھہ تو هوڏي.

## (۲) نعت

محمد جڳت جو شهنشاه آهي.
خدا جي هو هر ڳجهہ کان آگاه آهي.
تي ثابت تو معراج مان، قرب حق جو،
تيو نور واحد، هي ساراه آهي.

## (۳) سنڌ جي سَر زمين

سنڌ ازل کان الله وارن ۽ فقيرن، درويشن ۽ پيرن، هادين ۽ رهبرن، عارفن ۽ عاشقن، عاملن ۽ ڪاملن، شاعرن ۽ اديبن، مفڪرن ۽ دانشورن، سگهڙن ۽ سياڻن، قلمڪارن ۽ خوش نويسن، عابدن ۽ زاهدن، پارسائن ۽ پاڪبازن، حڪيمن ۽ ودوانن، سنتن ۽ ساڌن، سخين ۽ سرويچن، حق جي حامين ۽ بي باڪن، مارن ۽ اجڙوالن، جوڌن ۽ دليرن جي ڌرتي رهي آهي.

هن خوش نصيب ۽ پاڪ ڌرتيءَ تي، سرتاج الشعراء اعليٰ حضرت سيد عبداللطيف شاهہ ڀٽائي رحہ جنم ورتو. شاهہ

صاحب سنڌ جي سڃاڻ ۽ فخر آهي، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ تعارف آهي. جيڪڏهن شاهه سنڌ ۾ پيدا نہ ٿئي ها تہ سنڌ ۾ سنڌي زبانَ ئي نہ هجي ها! شاهه صاحب اسان کي هزارها الفاظ ڏئي، هن گونگي عوام کي خوش گفتار ۽ خوش بيان انسان بڻائي ڇڏيو آهي. بقول شاهه:

ٿورا نہ ٿورا، مون تي ماروئڙن جا،
شاهه جا احسان، صوبہءِ سنڌ تي آهن لکين،
اُن ڏنو الفاظ جو "اظهر" خزانو بي بها.

دنيا جي دانشورن ۽ نقادين شاهه صاحب کي، عالم جي جملي شاعرن سان ڀيٽ ڪرائيندي فخر ۽ تمڪنت سان اول نمبر ڏنو آهي.

شعر گوئي آ خدا جو خاص عطيو دهر ۾،
شاهه کي "اظهر" ملي ويئي اها جاگير آ.

## (۴) شاعريءَ جو ملڪو

شاعري هڪ وهبي نعمت آهي، جيڪا مبدءِ فياض کان مخصوص هستين کي عطا ٿيندي آهي، انهيءَ ۾ ڪسب و اڪتساب، تعليم و تعلم جو دخل نہ هوندو آهي. اها حقيقت آهي تہ، اهو ملڪو بطنِ مادر کان ملندو آهي. شاعري جا ٻہ اهم عنصر آهن (۱) الفاظ ۽ (۲) تخيل، جيڪڏهن انهن ۾ فرق آيو تہ ڪلام ڦڪو، رَدي ۽ بي اثر ٿي ويندو. شاهه جي ڪلام بلاغت نظام ۾ بفضلِ خدا اِهي ٻئي عنصر اُتم ۽ اَحسن نظر ايندا.

اوهان دنيا جي ڪنهن بہ قادر الڪلام شاعر جو ڪلام اول کان آخر تائين پڙهي ڏسو، ان ۾ فڪر جي گهرائي ۽ تسلسل هڪ جهڙو نظر نہ ايندو. عرب جي هڪ نامياري شاعر کان پڇيو ويو تہ "اوهان جا ڪجهہ شعر آبدار ۽ بعض پست نظر ايندا آهن، ان جو

چا سبب آهي؟" في البديه جواب ڏنائين "اشعار اولادنا" منهنجا شعر، منهنجي اولاد جي صورت ۾ آهن، ضرور انهن مان چند چڱا ۽ چند ڇنڊا بہ آهن." مگر شاه صاحب جي ڪلام کي باربار پڙهڻ سان نئون لطف ۽ مزو ايندو آهي.

شعر جو نالوئي سوز و ساز آ،
جو ٻڌڻ سان دل ۾ "اظهر" گهر ڪري.

## (٥) شاهہ ۽ پهاڪا

ظاهري طرح سان پهاڪو هڪ ننڍي چوٽي آهي، جيڪڏهن غور و فڪر ڪبو، تہ اُن ۾ وڏو راز سمايل نظر ايندو. پهاڪي ۾ نادر نڪتا، نصيحت آميز ڳالهيون، ملن ٿيون، جن جي پڙهڻ يا ٻڌڻ سان ماڻهو تعجب ۾ اچيو وڃي. الله پاڪ انسان کي اشرف المخلوقات جو درجو عطا فرمايو آهي، انسانيت جو دارومدار، عقل ۽ ادارڪ تي رکيل آهي. نادان ۽ بي سمجهہ ماڻهو انهن پابندين ۽ پيچ و خم کان ٻاهر آهن.

**بقول شاه:**

الا ڏاهي م ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن،
مون سان مون پرين، پورائيءَ ۾ پال ڪيا.

جيڪڏهن گفتگوءَ جي دوران، جملي ۾ پهاڪو استعمال ٿيندو، تہ اُن ۾ نئون روح پئجي ويندو، ڄڻ خطيب جي خطابت کي چار چنڊ لڳي ويا. قديم دور جا پهاڪا، اُن دور جو آئينو آهن. ڇوتہ انهن مان پراڻين ريتن ۽ رسمن، اخلاق ۽ ادب، مذهبي ۽ مِلي، ڄاڻ ملي ٿي. ائين سمجهو تہ پهاڪا انهيءَ سمي جي سڃاڻ ۽ تذڪر، تاريخ ۽ فلسفي جو معتبر ڪتاب آهن.

پهاڪو هر زبان ۾ نمايان حيثيت رکي ٿو، خاص طرح سان هندي ۽ سنڌي، اُردو ۽ عربي زبان ۾ پهاڪن جو وڏو انگ ملي

ٿو. عربيءَ ۾ ان کي سائر، هنديءَ ۾ ڪهاوَت، اُردو ۾ مثل، ۽ سنڌيءَ ۾ پهاڪو ڪوٺيو ويندو آهي.

عربي پهاڪو ڪنهن وڏي واقعي جو ترجمان هوندو آهي، هنديءَ ۾ ڪنهن حقيقت سان وابستگي نظر ايندي، اُردو ۾ به ڪنهن قصي ۽ ڪهاڻيءَ جي تصوير نظر ايندي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪنهن انقلاب جي عڪاسي هوندي آهي، چند مثال پيش ڪجن ٿا.

وقت جي قاضيءَ، حسين بن منصور حلاج کي ڪفر جي فتويٰ ڏني، ڪافر قرار ڏنو، فتويٰ جي روشنيءَ ۾ اُن کي دار جو سينگار بڻايو ويو. شاه فرمايو:

”ملڪ مڙيوئي منصور، ڪُهي ڪهندين ڪيترا؟“

سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت هئي، ڪلهوڙن جي فوج جا مير سپه سالار هئا. انهن اهڙو انقلاب آندو، جو ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي وئي. ان ۽ اهڙن واقعن لاءِ هن پهاڪي جنم ورتو. ”آيا مير، ڀڳا پير.“

ضرب الامثال قومي خيالات ۽ مُلڪي حالات، صبر ۽ استقلال، سختي ۽ حڪومت، رنج ۽ راحت، رشڪ ۽ حسد، عصمت ۽ ترڪ عفصت، شوخي ۽ شرارت، مدهوشي ۽ رفاقت، تجربو ۽ عبرت، عدالت ۽ صداقت، عقل جي تربيت ۽ ڪيفيت، سادن ماڻهن جي بيداري، جوانن کي امتياز ۽ دانشمندي. ذي عقل کي نصيحت ڪرڻ ۽ عوام الناس جي ايمانداري ۽ بي ايمانيءَ جو حال بخوبي ظاهر ڪرڻ، گويا اهي ڪهاوتون ۽ چوڻيون، پهاڪا ۽ محاورا ملڪ جي ماڻهن لاءِ سمجهاڻيون ۽ حضرت سيلمان جي فضائل جا دعويدار آهن. اڄ به ادبي ضرب خاني مان نَوَن سڪن جي صورت ۾ پهاڪا جڙي ادبي دنيا ۾ ايندا رهن ٿا. شاه صاحب

جي رسالي ۾ جيترا پهاڪا ۽ محاورا آهن، ڪنهن بہ ادب ۽ زبان ۾ ايترو خزانو نہ ملندو.

ضرب المثال نچوڙ آ، حڪمت جو سربسر،
طول و طويل تجربه، الفاظ مختصر.

جيڪڏهن ڪوبہ ادبي ٽوٻو جنهن بہ وقت هن بحر ۾ ٽٻندو، ان کي بي بها موتي ملندا.

اي گت غواصن، جئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهہ پاتال جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرا، لعل هٿن سين.

منهنجي چونڊ جو مدار پهاڪي ۽ محاوره تي رکيل آهي، مون شاه صاحب جا اُهي بيت چونڊيا آهن. جن ۾ پهاڪا ملن ٿا، انهن محاورن کي بہ منتخب ڪيو ويو آهي، جيڪي پهاڪي سان گهرو لاڳاپو رکندڙ آهن. جيڪڏهن شاه صاحب جي ڪلام جو مطالعو دل جي اکين سان ڪيو ويندو، تہ روح کي راحت ۽ تازگي حاصل ٿيندي. شاه صاحب جي هر بيت جو آخري مصرع نهايت زوردار ۽ وزنائتو، گويا بيت جو نچوڙ ۽ مڪمل شرح هوندي آهي. اڪثر ڪري پهاڪو بہ اُن ۾ چرڪندو نظر اچي ٿو، غور ڪبو تہ ٻيون مصراعون بہ محاوري ۽ پهاڪي کان خالي نہ آهن.

مون پڙهندڙن جي ڄاڻ لاءِ پهاڪي واري مصرع کي ڏنگين ۾ رکي، ان جي ڪاٻي پاسي "پ" لکي آهي، اهڙي طرح محاوري لاءِ "م" جو اکر لکيو آهي. ڪجهہ مصرع اهڙا بہ آهن، جو ٻن جي ميلاپ سان پهاڪو ٺهي ٿو ان جي سامهون { هي نشان آهي.

پهاڪي ۾ "اظهر" رکيل راز آهي،
ڪري ڪنهن حقيقت جي ٿو ترجماني.

## (٦) ڀـِاڪيَ وارا بيت

”عـاشـقُ عَـزازيـل، ٻـيـا مـڙيـئـي سَـڏِڙيـا، ”پ“
منـجهان رِسـڪَ سَبيـل، لـعنـتـي لَعَل تـيـو.“
(سر ڪلياڻ)
”پرديسان پَنڌُ ڪَري، سُٺي آيس شانُ“، ”م“
مَـڱا ڪـهـڙي مَـتِ سـين، نـسـورو نـادانُ،
”سو ڪوڏياريم ڏانُ، جو طبع کي ترڪ ڪري.“ ”پ“
(سر ڪلياڻ)
چنـڊ تـنـهـنـجي ذات، ڀـاڙيـان نـه ڀِريـنءَ سـين، ”پ“
تـون اڀـو مر راتِ، سـڄڻ رِنـت سـوجهـو.
(سر کنيات)
”تان کي لَئِج ڪانگ، ڪڏهن ايندا مان گهر“، ”پ“
”سڄڻ ڪارڻ سانگ، مون تان گهٽيي ڪيا.“ ”پ“
(سر سامونڊي)
”ڏونگر! مون مر ڏکوءِ، آءٌ اڳ ڏکوئي آهيـان“ ”پ“
”ساريان ڪونه سکوءِ، سور گهٽيئي سنبران“. ”پ“
(سر ڪوهياري)
نـوري ۽ نـاري، جوڳيـئـڙ اڄهـان مِ،
”ٻري جن ٻاري“ آءٌ نـه جيـئـنـدس ان ريءَ. ”م“
(سر رامڪلي)
ايـنـدا مـان پـس، مـتـان سـڳر سُـپـريـن،
”ڪيچن ڪارڻ ڪالهه، نيڻ نهارا مون ڪيا“ ”م“
”ايـنـدا پـسـان شـال، اونـي آري ڄام جا.“ ”پ“
(سر ڌهر)

"حسن، مير حسين کي، رنو ٽن ٽولن" "م"
گهر ماڻهيئن، جهنگ مرونئين، ۽ اين ۾ ملڪن،
"پڪين پاڻ پڇاڙيو، لڌيو هوت وڃن" "پ"
"الله! شهزادن، سويون ڏئين سچا ڏٽي." "پ"
(سر ڪيڏارو)
حر نہ موچاري ٿئين، جيئن آڏو جَتَ،
"هاري ڪري همت، ڏيئي دم دوست لهين." "پ"
(سر معذوري)
سُٽي ساٽيهَہ ڳالهڙي، لَهي ويا لوه،
اندر جا اندوه، لٿا ڏُکَ سُکَ ٿيا. "پ"
(سر مارئي)

## (۷) پهاڪي واريون مصراعون

"اکيون سيئي ڏار، جن سين، پسين پرينءَ کي."
"تَتي ٿڌي ڪاه، ڪانهي ويل ويهڻ جي."
"ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ريءَ."
" ڪاڏي ٿيو کوهيار، ڪاڏي ٿي هتڙا ڪٽي."
"عدل چِٽان نہ آءُ، ڪو ڦيرو ڪج فضل جو."
"عقل، مت، شرم، ٿيئي نيهن نهوڙيا."
"ملڪ مڙيوئي منصور، ڪُهي ڪهندين ڪيترا؟"
"جن جي ڪاڻ مٿاس، سي ڪلهي ڪانڌي نہ ٿيا."
"پکن منجهہ پساه، قالب آهي ڪوٽ ۾."
"هوت تنهنجي هنج ۾، پڇين ڪوه پرياڻ."
"جيهي جي تيهي، تہ بہ ٻانهي ٻاروچن جي."
"وطن ٿيو وري، ڪوڙن ڪاٽيارن جو."

## (٨) صنايع و بدايع

"واحد صنعت" معنيٰ ڪاريگري. بدايع "واحد بديع" معنيٰ عجيب يا سهڻو، ڪلام ۾ سهڻي يا وڻندڙ ڪاريگري رکڻ وغيره. ضايع لفظي هجن يا معنوي، اربابِ فصاحت ۽ بلاغت ڪلام جي مُحصنات ۾ داخل ڪيون آهن. صنعتن جي استعمال سان ڪلام جي آرائش ۽ زيبائش ۾ اضافو ايندو آهي. مگر انهيءَ سلسلي ۾ هڪ حد مقرر ڪيل آهي، جيئن ڪلام جي مفهوم ۽ معنيٰ ۾ خلل نہ پوي، ائين نہ ٿئي جو محسنات پيدا ڪرڻ بدران ڪلام عيبن جي تيرَ جو نشانو ٿي وڃي، ۽ سخن الفاظ جو گورک ڌنڌو بڻجي وڃي. شاه جي ڪلام ۾ صنايع جو استعمال ڏاڍي احسن نموني نظر اچي ٿو، ۽ ان ۾ ڪنهن بہ تڪلف ۽ ناهہ، شڪ ۽ گمان جو موقعو نٿو ملي. شاه صاحب جو ڪلام بلاغت نظام، صنعت ۽ حرفت جو خزانو آهي، آءُ هيٺ چند صنعتون پيش ڪري رهيو آهيان.

**(١) صنعت لف و نشر:** "نو" جيڪڏهن مصرع اول ۾ چند چيزن جو ذڪر ڪيو وڃي. "نشر" هيٺين مصرع ۾ ان جي مناسبت سان نمبر وار الفاظ آندا وڃن، انهيءَ صورت ۾ صنعت لف و نشر مرتب ڪوٺي ويندي. شاه صاحب جو هيٺيون بيت "صنعت لف و نشر" غير مرتب ۾ چيل آهي، ملاحظہ فرمايو:

جيئن سرهڻ، هماءُ، سرگردان سنسار ۾،
هو پڳ نہ ڪوڙي پنين، هوڏڻ، سرڏري نہ ساه.

**سمجهاڻي:** - متين شعر جي مصرع اول ۾ بہ اسم آهن. (١) هرڻ (٢) هماءُ، ٻئي پٽ تي پير نہ رکندا، هميشہ اڏام ۾ رهندا آهن، اهڙي طرح هرڻ بہ سدائين تحرڪ چرپر ۾ رهندو آهي. صنعت لف و نشر مرتب ۾ راقم الحروف جو شعر آهي.

فغان، ديوانگي، وارفتگي، جوش جنون منهنجو،
چمن کان پچ، جبل کان پچ، شجر کان پچ، حجر کان پچ.

(۲) **صنعت ايهام:** ـ وهم ۾ وجهڻ، شعر ۾ هڪ حرف اهڙو استعمال ڪجي جنهن جي صورت خطي تہ ساڳي هجي، مگر معنيٰ جدا جدا هجڻ گهرجي.

**ڪلام:** ـ ساهڙ اندر جي، ساهڙ ڏني ساه کي،
ساهڙ چڙي نہ ساه جي، ساهڙ، ساتقري،
ساهڙ ميڙ سميع! تہ ساهڙ چڙي ساه جي.

مطلب (۱) ساهڙ: ـ دوست (۲): ـ اها محبت واري ڳنڍ (۳): ـ هن بيت ۾ مَٿين صنعت "ايهام" کان علاوه ٻيون ٻہ صنعتون بہ اچي وڃن ٿيون. (۱) تجنيس مرکب (۲) صنعت تکرار انهيءَ مان شاه صاحب جي فن ۽ فکر جو پتو پوي ٿو. جو هڪ بيت ۾ يڪ وقت ٽي صنعتون نهايت عمده نموني استعمال ڪيون ويون آهن.

(۳) **صنعت قطار البيعر:** ـ شعر جي مصرع اول جي آخر ۾ جيڪو لفظ اچي، مصرع ثاني جي منڍ ۾ اهو لفظ آڻڻ گهرجي. جيئن شاه صاحب جي هينئين شعر ۾ "مون" بہ دفعا ڪم آيل آهي.

ڪلام: ـ ڪشي ڪانُ ڪمان مان، ميان مارم "مون"،
"مون" ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

راقم الحروف جو شعر آهي:

مان سجده ڪندس، بهر سجده "ڪپي ٿو"،
"ڪپي ٿو" اوهان جو فقط آستانو.

(۴) **صنعت تجريد:** ـ شعر جي مصرع اول ۾ هڪ صفت بيان ڪجي، ٻي مصرع ۾ ساڳي چيز لاءِ اهڙا الفاظ آڻجن جن سان

متين صفت کي چارچند لڳي وڃن.

ڪلام: - عمرا چا ڪپڙا، سي ڪاراٽيون ڪيئن ڪن؟
جنهين جا تـرن ۾، ورتـا ويـڻ سهن،
هو جي حق پيچن، سي ڪيئن سٽيون سومرا؟

مطلب: . مارئي پنهنجي ست ۽ سير، لڄ ۽ شرم کي همت جو جامون پهرائيندي، عمر بادشاه کي چئي رهي آهي تہ آءُ تنهنجي نظرن ۾ نيچ ۽ عيبن هاڻي آهيان، دراصل آءُ عزت ۽ غفت، شرم ۽ حيا، سچ ۽ سير جي تصوير آهيان، منهنجي مارن کي منهنجي پاڪ دامني ۽ پرهيزگاري تي پڪو يقين آهي، آءُ تنهنجي چند ڏينهن جي بنديخاني ۽ ڏاڍاين کي ڏسي اڇا ڪپڙا ڇو پايان، هار سينگار ڇو ڪريان؟ منهنجي انهيءَ نازيبا حرڪت تي آڱر کڄندي. هونءَ بہ قيدي جي پوشاڪ باهرين ماڻهن کان نرالي هوندي آهي.

(٥) **صنعت طباق يا تضاد:** - ڪلام ۾ اهڙا الفاظ ڪم آڻڻ، جيڪي هڪ ٻي جي مقابل يا زد هجن. جيئن رات سان ڏينهن، نيڪي سان بدي وغيره.

ڪلام: - جڏهانڪر جاني، سڄڻ سانگ سڌاريو،
راتيان راحت ناه ڪا، ڏينهان حيراني،
آءُ پنهنجي پرين تان، ٿيان ڪوڙين قرباني،
رضا رباني، نا تہ ڪر وس وصال جا.

(٦) **صنعت مراعات النظير:** - شعر ۾ اهڙا الفاظ اچن، جيئن انهن مان ڪو سلسلہ ظاهر ٿئي، بهار، باغ، گل، باغبان، بلبل وغيره. شاه صاحب هينئين بيت ۾ ڪلمه پڙهڻ، پنج وقتي نماز ادا ڪرڻ، ٿيهن رمضاني روزن رکڻ ۽ سمرٽي سورڻ جو ذڪر ڪيو آهي."

**ڪلام:** ـ جي ياٺئين جوڳي ٿيان، تہ پر ڪلمه جي پار،
پـنـجن سـان پـورو رہ، تـون آيا ٿيھ نہ ٿار،
تـڏهن ڏاڳا ڏار، جڏهـن راه سڃاڻي رب جي.

**(٧) صنعت سر حروفي يا تجنيس خطبي:** ـ مطلب شعر ۾ ابتدا جنهن اکر سان ٿئي، ان سان مصرع يا شعر پورو ٿئي.

ڏاگـهـن، ڏيـرن، ڏونـگـرن، ٿـنـهـين ڏنم ڏک.

*

جان جئـن تـان جل، ڪـانـهـي جاءِ جلـڻ ريءَ.

*

سـر جي تـان سـور، سـامـاڻـي تـہ سـڪ ويـا.

*

ڪـتي ڪـتنـدئـن ڪـيـتـرو. ڪـر سـوداگـريـارو؟

*

ڪـاڪ ڪـڪـوريـا ڪـاپـڙي، تـن لـهـي نـہ لالـي،
ڪـري ڪـيـنـو خـمـارئـيـا، مـئـي پـي مـوالـي،
ڪـري حـاصـل هـلـيـا، ڪـيـفـيـت ڪـمـالـي،
وتـــن وصـــالـــي، لـــنـــدئـــڻـــا لـــوڏي ٿـــئـــا.

**(٨) صـنـعـت تـرڪ الـحـروف:** ـ ڪـلام مـان هـڪ يـا چـنـد اکـر تـرڪ ڪـري ڇڏڻ. هيـنيءَ بيت ۾ شاه صاحب سنڌي جي ٥٢ اکرن مان يڪ وقت ٣۴ اکر ڳـتيون تہ "٣۴" اکر ترڪ نظر ايندا.

متروڪ الفاظ ملاحظہ فرمايو: (ب ـ ٻ ـ ڀ ـ ٿ ـ ٽ ـ ٺ ـ ث ـ ڄ ـ ڃ ـ ح ـ خ ـ ڌ ـ ڏ ـ ڊ ـ ڙ ـ ز ـ ش ـ ص ض ـ ط ـ ظ ـ ع ـ غ ـ ف ـ ڪ ـ ق ـ ک ـ گ ـ ڳ ـ گهہ ـ ڱ ـ ل ـ هہ ـ ء).

چـنـڊ تـنـهـنـجي ذات، پـاڙيـان نـہ پـريـن سـين،
تــون اڇو ۾ رات، ســڄڻ نــت ســوجهــرو.

صنعت ترڪ الحروف ۾ علامه محمد هدايت علي "تارڪ" رحہ ۽ راقم الحروف ٻہ دواوين لکيا آهن، راقم الحروف جو ديوان "رعب اظهر" ١٣٨٠ هہ سنہ ١٩٦٠ع ۾ ڇپيو هو.

(٩) **صنعت عڪس و طرد: مطلب**: ـ شعر جي پهرين مصرع جو پهريون اڌ، مصرثاني جي آخر ۾ اچي، ساڳي طرح سان ٻي مصرع جو پويون اڌ، پهرين مصرع جي ابتدا ۾ اچي شعر ملاحظہ فرمايو.

مدينه جا مير، سڻ منهنجا سڏڙا،
سڻ منهنجا سڏڙا، مدينه جا مير.

(١٠) **صنعت تفريق: مطلب**: ـ ڪلام ۾ هڪ مضمون ٻن نمونن سان پيش ڪجي.

ڪلام: ـ فاني ئي فاني، دنيا دم نہ هڪڙو،
لٽي لوڙه لٽن سين، جوڙيندءِ جاني،
ڪڏڻي ۽ ڪاني، آهي سَرِ سپ ڪنهن.

(١١) **صنعت اشتقاق**: ـ ڪلام ۾ اهڙا الفاظ ڪم آڻڻ جيڪي هڪ سلسلہ جي ڪڙي مان هجن. شاهد، شهادت، شهود، مشهود. جيئن هيٺ شعر ۾ لِکَ، لِکيو، لِکَڻ وغيره آهي.

ڪلام: ـ تون ڇوُ الله هيڪڙو، وائي ٻي ۾ سِکُ،
سوئي لِکيو لِکُ، سچو اکر من ۾.

(١٢) **صنعت تعجب**: ـ ڪلام ۾ اهڙي انداز سان ڳالهہ ڪرڻ، جنهن جي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان ناظرين ۽ سامعين محو حيرت ٿيو وڃن.

ڪلام: ـ هوءِ جي سور سڄڻ، سي مون پينگهي ۾ پرايا،
سانڍياس سُکَنِ، سورن ڪارڻ سَرتيون.

(١٣) **صنعت سهل ممتنع**: ـ ڪلام ۾ سليس ۽ سوارد، آسان ۽ سولا، الفاظ استعمال ڪجن، جن جي پڙهڻ سان، پڙهندڙ

فڪر جي حَدَ تي فوراً پهچي وڃي.

ڪلام: ـ

(١) ساريان ڪانہ سَريرَ ۾، طاقت تُهان ڏارَ،
ساهڙ ڇام ستار، سگهو رسج سير ۾.

(٢) آيل ڍولي ساٿ، اچي تہ جهيڙيان،
لايءِ ڏينهن گهٽا، مونسين ڪيئہ تورڙا.

(٣) جان جيئن تان جل، ڪانهي جاءِ جلڻ ري.
تتيءَ ٿڌيءَ هل، ڪانهي ويل ويهڻ جي.

(۴) منهنجي مداين جي، ڪل پريان پيئي،
ڪڏهہ ڪوسا نہ ٿيا، ڏوراپو ڏيئي،
ساجن سپيئي، ڍڪيم ڍول ۾ لائيون.

(١۴) **صنعت مبالغہ يا اُغراق:** ـ مطلب: ـ ڪنهن بہ ڳالهہ کي شد، مد سان وڌائي بيان ڪرڻ."

ڪلام: ـ

حقيقت هن حال جي، ظاهر ڪريان ذري،
لڳي ماڪ مرن کي، ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري، اويڙ ايرن کين کي.

(١٥) **صنعت اطراد:** ـ مطلب: ـ ڪلام ۾ پنهنجي پيءُ ڏاڏي ۽ ناني جي ظاهري طرح يا صفت سان ذڪر ڪيو وڃي. جيئن شاه صاحب امام عاليمقام حضرت حسين جي زبان حقيقت بيان سان هڪ مثالي بيان ڪرايو آهي، رسالت جي سلسلہ کان بعد امامت جو سلسلہ شروع ٿئي ٿو. انهيءَ دستور سان امام حسين تي، هڪ رسول مقبول جي دستارآئي، ٻي پنهنجي والد ماجد جي پهرين امام حضرت علي جي پڳ آئي. جڏهن ڪربلا جي ڪارزار ميدان ۾ قدم مبارڪ رکيائين تہ گويا انهن جي چيلهہ سان چار

ترارون ٻڌل هيون، جيڪي چئني هستين جي نمائندگي ڪري رهيون هيون. (١) محمد مصطفيٰ جي ترار (٢) علي المرتضيٰ جي ترار (٣) حسن المجتبيٰ جي ترار (۴) خود امام حسين جي ترار (۵) هاڻي مٿين مضمون کي ذهن نشين ڪندي، شاه صاحب جو ڪلام بلاغت نظام پڙهي محفوظ ٿيو.

ڪلام: -

چار تراريون چيلهہ سين، ٻڌي ٻہ پاڳون،
اڳين جون آڳون، ڪونئر ڪلي ۾ موڪيون.

(١٦) **صنعت ايراد المثل:** - ڪلام ۾ ملڪ جا مشهور و معروف پهاڪا ڪم آڻڻ، يا خود شاعر پنهنجي شاعرانہ ضرب خانہ مان سڪن جي صورت ۾ پهاڪي جا سهڻا سڪا ادبي ۽ علمي بازار ۾ آڻڻ جي جرات ڪري، جيئن شاه صاحب رسالي ۾ "شائگان" وارو گنج لڳائي ڇڏيو آهي.

(١) اکين ۾ ٿي ويهہ، تہ آءٌ واري ڍڪيان،
(٢) جن جي ڪاڻ مٽاس، سي ڪلهي ڪانڌي نہ ٿيا.
(٣) اکيون تان عيد، ڪانهي عيدَ اکين ريءَ.
(۴) مون ۾ آهين تون، مٽان تنهنجو ئي توکي لڳي.
(۵) ڪاتي ڪونهي! ڌوه، ڳن وِيندڙ هٿ ۾.

(١٧) **صنعت تضمين:** - عربي، فارسي شعر، قرآن جي آيت يا حديث شريف کي پنهنجي ڪلام ۾ آڻڻ، يا ان جي مطلب ۽ مفهوم تي پنهنجي ڪلام جو مدار رکڻ وغيره.

ڪلام: -

تو جنجي تات، تن پڻ آهي تنهنجي،
"فاذڪروني اذڪرڪم" اي پروڙج بات،
هٿ ڪاتي، ڳڙوان، پڇڻ پر پرينءَ جي.

آيت جو ترجمو: ـ "ياد ڪريو مونکي تہ ياد ڪريان آءٌ اوهان کي."

(١٨) **صنعت حسن التعليل: ـ** مختصر مطلب: ـ ڪلام ۾ هڪ چيز کي، ٻي چيز جي صفت جي لاءِ علت نهرائڻ، دراصل اها اُن جي علت ئي نہ هجي."

ڪلام: ـ

سونهن وڃايم سومرا، سڪر جهڙي سونهن،
دل ۾ دکي دونهن، منهنجو منهن ميرو ڪيو.

صنعت کي سمجهڻ لاءِ بيت جي مراد ۽ معنيٰ سامهون آڻي پيئي. مارئي چوي ٿي تہ منهنجي دل ۾ مارن جي محبت جي جوش، ۽ جدائي جي آڳ اُلا اُٿاري ٿي، انهيءَ اندر جي دود ۽ دونهين منهنجي سج ۽ چنڊ جهڙي چمڪندڙ چهري ۽ سونهن سوڀيا کي لَهسي ۽ لوساڻي ڇڏيو آهي. اي عمر بادشاهہ تون مون اجڙوالي کي قيد ۽ ڪوٽ مان آزاد ڪر تہ وڃي پنهنجي مارن جي پکنءِ پهچان. دراصل اندر جي آڳ، سج جهڙي سونهن کي ڪجهہ نہ ٿي ڪري سگهي، اهو سارو گورک ڌنڌو صرف صنعت جي رنگ رچائڻ لاءِ ڪيو ويو آهي.

(١٩) **صنعت / استدراڪ: ـ** مطلب: ـ ابتدائي لفظن مان نااُميدي ۽ ناراضگي، جو نتيجو نڪري. اڳتي هلي اُميد ۽ راحت جا دروازا کلي پون.

ڪلام: ـ

پنهون پاراتو ڏيانءِ، پيئي هٿ ڪٽي.
جڙيو هوندين جهان ۾، پيو ڏينداءِ رزق ڏٽي.

راقم الحروف جي شعر تي نظر ڪريو: ـ

هجئہ "صد آفرين" دلبر نيايئہ ڪين کي مونسان،
وفاداري تہ ڏس منهنجي اجا توسان نڀاهيانٿو.

سچو اسرار ”صد آفرين“ ۾ رکيل آهي.

(۲۰) **صنعت تڪرار:** ـ شعر ۾ ساڳيو اکر باربار آڻي مضمون کي جاذب ۽ ديده زيب بڻايو وڃي. جيئن هينئين بيت ۾ ”ور“ باربار استعمال ڪيو ويو آهي. انهيءَ ساڳئي شعر ۾ ”صــــنعت تجنيس تام“ به اچي وئي آهي، پڙهو ”ورَ“ جو ور

(۱) مصرع = ”ور، ڪونهي ور، ڏيرن ور وڏو.“

(۱) ور = مڙس (۲) ور = موٽ (۳) ور = ڏيرن وارو.

(۲) مصرع = ”پيئي جا پاتار، تنهنکي تار جلدي، تار مان.“

معنيٰ ۽ مطلب: ـ (۱) اونهون (۲) تار مان تارڻ (۳) اُڪار، ٿپاءِ.

مٿين صنعت ۾ هڪ ٻيو بيت ملاحظ فرمايو: ـ

تڙ تماچي جام جو، تماچي تڙ راءِ،
تماچي جي تڪئي، تون تماچي ڳاءِ،
ت تون تماچياءِ، تماچي تڙ لهين.

(۲۱) **صنعت جمع و تقسيم:** ـ مطلب: ـ چند چيزون هڪ حڪم ۾ جمع ڪري، بعد ۾ هرهڪ کي ”هڪ چيز سان منسوب ڪجي.“

ڪلام: ـ پنيوران به ٿوڪ، ڪنهن نه نيا پاڻ سين.
سِڪَ سُپرين کي، ۽ لاڳاپو سين لوڪ.

ساڳي صنعت ۾ ”گدا“ جو شعر ملاحظ فرمايو: ـ

دل ٿي قابو، گيسوئ خمدار ۾،
برهمڻ جئن رشتئہ زنار ۾.

(۲۲) **صنعت حسن تعلي:** ـ هن صنعت جا ٻيا چار نالا به آهن. (۱) اغراق (۲) تبليغ (۳) غلو (۴) تصليف شعر ۾ ”فخريہ انداز سان ڪا ڳالهہ پيش ڪرڻ.“ اتوڪي انداز ۾ ڳالهہ ڪرڻ، شيخي مارڻ، خودثنائي جون پينگهون ٻڌڻ، پاڻ کي ميان

منو سڏڻ، ڪوڙ ڪتڻ، لغو بياني ڪرڻ، اهي مڙيئي ڳالهيون مهذب معاشره ۾ تہ نهايت خراب آهن. دراصل اهڙيون ڳالهيون اهڙي نادان ۽ جاهل، بوجهل ۽ ابومسلم لاءِ خراب نہ آهن. ڇوتہ وزندار ماڻهو جي ڳالهہ وزندار هوندي آهي. جيڪڏهن هڪ اعليٰ هستي پنهنجي فني ۽ فڪري، علم ۽ ادب، مرتبہ ۽ درجات جي ڳالهہ ڪري تہ اهو حسن تعلي آهي. پر جي صلاحيتن ۽ هنر هوندي بہ پاڻ ڪي پردي ۾ رکي تہ ان ڪي بخل سمجهڻ گهرجي. حافظ قرآن ۽ قاري، خطيب ۽ اديب، شاعر ۽ مفڪر، محقق ۽ دانشور، عالم ۽ فاضل، نجومي ۽ جفار، تاريخ نويس ۽ تاريخدان، فلسفي ۽ حڪيم، موسيقار ۽ فنڪار، مصور ۽ نقاش، پنهنجي فني خوبين ۽ خاصيتن، باريڪين ۽ پيچيدگين کان عوام کي آگاه ۽ آشنا نہ ڪري، ايتري تائين عوام اُن جي ڪمال ۽ درجي جو احترام ۽ قدر ڪيئن ڪندو؟ ان لايق فايق تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو تہ هو اُن جرڪندڙ جوهر تي الفاظ جي روشني وجهي، جيئن ڪوڙ ۽ سچ، باطل ۽ حق جي هميشہ لاءِ نکيڙ ٿي وڃي.

(١) مولانا جلال الدين رومي فارسي مثنوي جا ڇهہ دفتر مڪمل ڪري علم و ادب ۾ اضافو آندو آهي، اهل دانشن کي تاقيامت مطالع جي دعوت ڏئي ڇڏي آهي. مثنوي جا نڪات، قرآني مفهوم ۽ معنيٰ جا ترجمان آهن. ان پنهنجي قلم گوهر بار سان لکيو آهي: -

مثنوي و معنوي و مولوي.
هست قرآن در زبان پهلوي.

(٢) شاعرن جي شاه اعليٰ حضرت سيد عبداللطيف ڀٽائي رحہ پنهنجي رسالي ۾ علم و ادب جي نڪات کان علاوه اُم الڪتاب ۽ احاديث شريف کي پنهنجي اعليٰ ۽ مفڪرانہ انداز ۾

شاعري جو لباس پارايو آهي. اسان جي اکين آڏو اهو دؤر بہ گذريو جو شرفا پنهنجي نياڻين نماڻين جي ڏاج ۾ شاه صاحب جو رسالو بہ ڳڻائيندا هئا.

شاه صاحب شاعرِ روزگار آهي، هو يکتائے روزگار جي دعويٰ ڪندي فرمائي ٿو: ۔

جي تون بيت ڀائين، سي آيتون آهين،
نيومن لائين، پريان سندي پار ڏي.

(۳) هفت زبان شاعر علامه محمد هدايت علي صاحب "تارڪ" رحہ مختلف زبانن ۾ بہ سَوَ ڪتب لکندي. پنهنجي فن تي تمکنت ڪندي فرمايو آهي تہ: ۔

مان مملڪتِ نظم ۾ خاقان سخن جو.
هٿ منهنجي ۾ آگوءِ ۽ چوگان سخن جو.
مخلص ڇا مدد، سانگي ۽ واصف کي ٻڌايو،
"رانڪ" ۾ کليو آه جو دُڪان سخن جو.
اڄ مبدءِ فياض جي انعام سان "تارڪ"
تيو سنڌ اندر فائض فيضان سخن جو.

(۴) سيد اظهر گيلاني شاگرد علامه "تارڪ" رحہ

سنڌي زبان جي ۵۲ اکرن تي، مختلف موضوعات تي، سنڌي خواه اردو ۾ ۲۲ مڪمل رديفوار دواوين قلمبند ڪري، اردو ۽ سنڌي ادب ۾ انقلاب انگيز اضافو آندو آهي.

صنعت تصليف جو مثال پڙهو: ۔

ڏنو مونکي خدائ پاڪ تاثير زبان آهي.
رکيل تحرير ۾ آ سحر اعجازِ بيان آهي.
اسان کي علم جي در تان، مليو علم و ادب آهي،
اثر تقرير ۾ اهڙو، رکيو خالق عيان آهي.
نہ پهچي عقل افلاطون جو منهنجي تعلي سان،
مقابل منهنجي ڪٿ انسان زير آسمان آهي؟
اچن د ر مضامين، صورت الهام اي "اظهر"
سخن جو آهيان پيمبر، نہ ڪوئي شڪ گمان آهي.

## (۹) اندر جو آواز

قدرت انسان کي، اندر جي اظهار لاءِ (۱) نثر (۲) نظم جو ذريعہ جا قوت عطا ڪئي آهي. ان جي وسيلي هو، پنهنجو آواز عوام الناس جي گوش گذار ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن هن دنيا ۾ نثر جي تاريخ قديم تر آهي، تہ نظم جي تاريخ بہ قديم ضرور سمجهڻ گهرجي. اهل هنود جا پراڻا ڪتب برج ڀاشا "شعر" ۾ لکيل آهن، تلسمي ڪرت رامائڻ، شري ڪرشن جو ڪتاب "شريمد ڀڳوت گيتا" گرونانڪ صاحب جو ڪتاب "جپ صاحب" چند دائي چارڻ سنہ ۱۲۰۰ع ۾ راجا پرٿويراج چوهان جا ڪارناما "پرٿويراج راسو" نالي "نظم" ۾ وڏو ڪتاب لکيو آهي. اهڙي طرح ڀڳت ڪبير، تلسيداس، اندر جو آواز دوهي ۾ ڪيو آهي. دوهي جي صورت هي آهي.

ڪانگا سبهہ تن کهائيو، چن چن کهائيو ماس،
دونينا مت کهائيو، پيا ملن ڪي آس.

حضرت دائود عليہ السلام کي قديم ترين دور جي شاعرن مان شمار ڪجي ٿو، اُن جو ڪلام بہ ڪنهن ڏن تي ٻڌل آهي. هو پنهنجي خوش گفتاري ڪان "لحن دائودي" جي نالي سان بہ

مشهور آهي.

ابتدا کان تاحال شاعرن جو تَڪَ، توز، ماترا، نينڪي، ڏُن، تاڙي، چپتي، ذڪ الغرض ڪنهن نہ ڪنهن وزن تي ڪلام جو مدار رکيل آهي. وچين دور ۾ هندي شعرا "ڇند" وديا جي طرف توجه ڏنو، ۽ ان ۾ طبع آزمائي ڪئي. شاھ صاحب پنهنجي ڪلام جو مدار بہ ڇند تي رکيو، ۽ دوهي جي صورت ۾ هن نموني نئون ڦيرو آندو. تلسي داس جو دوهو: -

تلسي يہ سنسار مين رهيئہ سبهي ملائہ .
ملين سينگهہ مار هي، انمل مار گائہ .

ترجمو: - "سڀ سان ميل ميلاپ رکو، ڇوتہ اتفاق جي صورت ۾، شيرڀي حملہ نہ ڪندو آهي، ۽ ڦوٽ جي حالت ۾ ڳئون بہ حملو ڪري ٿي." تلسي جي مٿين دوهي جي ٻنهين مصراعن جي آخر ۾ "ملائي ۽ گائي" جا قافيہ آندل آهن. شاھ صاحب جو بيت پڙهو. اُن جو وزن دوهي وارو ضرور آهي، مگر صاحب موصوف ان کي جدت بخشي هن نموني پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. پهرين مصرع جي آخر ۾ "شهادت" جو قافيو دوهي وانگر آندو آهي. مگر ٻي مصرع ۾ آخر جي بجا وچم "عبادت" جو قافيہ آڻي، باقي ٽڪر "نظر ناز پرين جو" ڇئي بيت پورو ڪري ڇڏيو آهي.

مل مهانگو قطرو، سڪڻ شهادت،
اسان عبادت، نظر ناز پرين جو.

سنہ ١٧٠ ھ خليل ابن احمد بصري علم عروض جو اعلان ڪيو، ذي حس طبقہ عموماً شعرا ڪرام خصوصاً انهيءَ طرف خاص توجه ڏني، ان جي آڌار تي، پنهنجي آواز کي عوام تائين پهچائڻ جو موثر ۽ موزون ذريعو سمجهو.

## (١٠) قرآن، شعريت ۽ عروض

علمِ بيان جا اُهي اساليب. جيڪي شاعري جو روح آهن، قرآن مجيد فرقان حميد ۾ ڪثرت سان ملن ٿا. مثلاً الفاظ و معنيٰ جو حسن ۽ نزاڪت، ڪلمات جي متانت، طرز بيان جي جدت، هم قافيه جو تواتر، تشبيه، استعاره، ڪنايه، تمثيل وغيره جي دلڪشي، حقايق ۽ جذبات جو اهتمام، الفرض اُهي وصفون ۽ ڳالهيون جيڪي ڪلام ۾ حسن ۽ شعريت پيدا ڪنديون آهن، قرآن ڪريم ۾ بدرجه اتم ۽ اعليٰ موجود آهن. اُم الڪتاب ۾ انيڪ هنڌن تي موزون ۽ پختا جملا به ملن ٿا. جن جو عروض جي اوزان سان سڌو سنئون لاڳاپو نظر اچي ٿو، تقطيع ڪرڻ سان به تر جو تفاوت نٿو ملي. چند مثال ملاحظه فرمايو:-

(١) بسم الله الرحمان الرحيم.

قرآن شريف جي پهرين آيت

بحر:- سريع مقطوع مطوي موقوف

وزن:- مفعولن مفعولن فاعلات

(٢) انا اعطيناڪ الڪوثر

سوره ڪوثر آيت

بحر:- متقا رب مثمن اثلم

وزن:- فعلن فعلن فعلن فعلن

(٣) لاحول ولا قوت الا باالله

بحر:- هزج مثمن اخرب مڪفوف اخرم

”رباعي جو خاص وزن آهي“

وزن:- مفعول مفاعيل مفاعيلن فاع

## (١١) شاه ۽ عروض

شاه صاحب جو ڪلام، دوهي جي تنتبع ۽ چند جي آذار تي

چيل آهي، جيڪڏهن شاه صاحب جي رسالہ جو غور و فڪر سان مطالع ڪبو تہ ان ۾ انيڪ اهڙا ابيات موجود آهن، جيڪي سڌو سنئون عروض جي تقطيع ۾ بہ اچي سگهن ٿا. هن ڏس ۾ آءٌ بہ مثال پيش ڪري رهيو آهيان.

(۱) ڪلام: - مري ٿيندس مڃ، جتن ڪارڻ جيڏيون،
ڪري ڪوهيار ويو، ڇلائي ڇپرين.

بحر: - متقارب

وزن: - فعلن فعلن فعلن فعلن

(۲) ڪلام: تانگهي ۾ تاڻي، ٻڌ پنهنجو ترهو،
اونهي ۾ آڻي، ڪين ڏينداءِ ڪو ٻيو.

بحر: - متقارب

وزن: - فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن

## (۱۲) شاه جي واقعاتي شاعري

شاه صاحبِ شاعري ۾ نہ ڪنهن جو مقلد، نہ لڪير جو فقير، نہ ٻڌ سڌ تي طبع کي گردش ۾ نہ وجهندو هو. هو مشاهدات ۽ واقعات جو اعليٰ ترجمان رهيو، اُن جيڪي ڪجهہ اکين سان ڏٺو، اُن جي ڪيميرا وانگر رنگين ۽ دلنشين تصوير ڪڍي، عوام جي مطالع ۽ ملاحظہ لاءِ پيش ڪئي، اُن کان علاوه شاه صاحب کي في البديه ڪلام چوڻ جي بہ اعليٰ قوت حاصل هئي. شاه صاحب باريڪ چيز کي باريڪ نظر سان ڏسندو، ۽ ان جي خوبي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو هو. سُئي جي اها خصوصيت ۽ صفت بيان ڪيائين جو اُها اگهاڙي انسان کي ڍڪي ٿي. الغرض صاحب موصوف ننڍي کان وڏي چيز جو شاعرانہ فڪر سان جائزو ورتو آهي ۽ اهڙي ڪابہ شيءِ نہ آهي، جنهن تي پاڻ طبع آزمائي نہ ڪئي اٿن.

(١) سنڌ تي ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي حڪومت هئي. شاه صاحب جي شهرت ۽ مڃتا اوج تي آيل هئي، وقت جي حاڪم کي اها مقبوليت منيان جي دعوت ڏيندي رهندي هئي. هن پنهنجي اندر واري جي صلاحڪار سان صلاح ڪئي تہ ڪنهن بہ طور ۽ طريقي سان شاه صاحب جي پاڪبازي ۽ پارسائي، مقبوليت ۽ مڃتا کي مليا ميٽ ڪري ڇڏيان. هونءَ بہ اهل دنيا جو دستور رهيو آهي تہ اُنهن جي درويشن ۽ خدا رسيده انسانن سان خدا ڪارڻ دشمني هوندي آهي. هن ملڪ جي حسين ۽ نازڪ طوائفن جو سهارو ورتو، انهن کي هار سينگار ڪرائي، خاص هدايت ڏني تہ "آءُ عبداللطيف ڀٽائي کي هن رنگين محفل ۾ گهرايانٿو، اوهان پنهنجي حسن ۽ صورت، ناز ۽ انداز، ڪان ڪم وٺندي، اُن کي پنهنجي پرپيچ زلفن جي ڦندي ۾ اهڙو تہ ڦاسدائي ڇڏيو، جو هو زندگي تائين جان نہ ڇڏائي سگهي. ڪاميابي تي اوهان کي انعام اڪرام ڏنا ويندا." شاه صاحب هن محفل ۾ پهچي ويو، جام جو دؤر شروع ٿيو، هڪ حسينا شراب جو پيالو ڀري پنهنجي نازڪ ۽ نفيس هٿن سان شاه صاحب کي پيش ڪيو، مگر صاحب موصوف پيئڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو. هاڻي راڳ رنگ جو دور شروع ٿيو، ڳائيندڙن هر نموني جا حربا هلايا مگر انهن جو هروار خطا ٿيندو رهيو. غلام شاه محفل مان اُٿي هليو ويو، خاص ماڻهو بہ الوپ ٿي ويا، ۽ صرف شاه صاحب اڪيلي سر هن حسين ٽولي ۾ رهجي ويو، دروازه بند، هنن ٽن چوٽي جا زور ڏنا مگر شاه صاحب کي پاڻ ڏانهن متوجه نہ ڪري سگهيون، شاه صاحب استغراق جي عالم ۾ محو ۽ مست رهيو. صبح جو ميان صاحب نهايت فخريہ انداز ۾ شاه صاحب کي چيو "اوهان رات پوري طرح سان راڳ جو خط حاصل ڪيو هوندو؟

شاه صاحب في البديه هي جواب ڏنس.

ڪاڪ نہ جهليا ڪاپڙي، موهيا ڪنهن نہ مال،
بي ڇورين ڏنا ڇال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا.

شاه صاحب جي هن شعر پڌڻ سان هن جي دماغ ۽ دل مان نڪاءُ نڪري ويو، نادم ٿي شاه صاحب کان معافي ورتائين.

(٢) صوفي شاه عنايت سنہ ١١٣٠ هہ ۾ شهيد ڪيو ويو، اُن وقت شاه صاحب جي عمر ٣١ سال هئي، جڏهن جو اها خبر شاه صاحب کي پڌائي وئي، دانهن ڪري، ڪيترو وقت خاموش رهيو، آخر ۾ هي چند اشعار آبدار سندن زبان گوهر بار مان پڌڻ ۾ آيا. سر رامڪلي ۾ ست ابيات آهن، مون صرف بہ قلمبند ڪيا آهن.

(١) اڄ نہ اوطاقن ۾، سنڌي جوڳين جوڙ،
ساري سناسين کي، ڪامي ٿيس ڪوڙ،
(٢) اڄ نہ اوطاقن ۾، طالب تنوارين،
آديسي اُٿي ويا، مڙهيون مون مارين،
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.

## (١٣) شاه جي طنز مليح

ادبي دنيا ۾ طنز ۽ هَجَوَ بہ جدا چيزون آهن، طنز: ـ مهميز ۽ هَجَوَ سنڌي ٽيني گلا جو نالو آهي. طنز ڪرڻ سان انسان ۾ هوشياري ايندي آهي، ۽ هَجَو حَملہ جو نالو سمجهڻ گهرجي. طنز انساني دماغ ۾ چرپر آڻي سگهي ٿي، مگر هَجَوَ ان جي برعڪس انسان جي اندر ۾ تڪ ۽ تاءُ، تپش ۽ تيزي، نفرت ۽ حقارت جو ٻج پوکي ٿي. طنز کي صنعت تجاهل عارفانہ سان تعبير ڪيو ويندو آهي، ۽ هَجَوَ کي تکي ترار جو وڍ ۽ گهاءُ سمجيو ويندو آهي. انساني زندگي ۾ جت غمن جا انبار سرن تي ستيا ويندا

آهن، اتي طنز و مزاح، ڪل ٻوڪ جو بہ هجڻ نهايت ضروري امر آهي.
سنڌي ادب ۾ ڪيترائي ظريف شعرا پيدا ٿيا آهن، انهن مان رئيس شمس الدين خان بلبل، ضامن دادوي، هنتر حيدرآبادي، روذو موالي حيدرآباد، ڪانوُ لاڙڪاڻو، ٽڪلو لاڙڪاڻو، علامه فرفر ڏونگري جا نالا قابلِ ذڪر آهن. جملہ شعرا حضرات جو ڪلام طوفان حوارث ۾ تلف ٿي ويو، حضرت بلبل ۽ علامہ فرفر جي ڪلام مان چند مثالي اشعار پيش ڪجن ٿا. بلبل فرمائي ٿو:

مرد ٿيا مڪار چَوُ ڪهڙي چيم؟
ڪي رنون ٿيون خوار چو ڪهڙي چيم؟
*

يار اڳيان تون روزُ رو تازه بتازه نوبنو.
مر ملئہ ڪو ٽڪ بجو تازه بتازه نو بنو.
*

زر ساڻ عيب هاڻو، سهڻن اندر سماڻو،
نر ٿو نوائي ناڻو، زر آ تہ عشق نہ ڦپ.
*

هن نازنين جي قد سان، همسر نہ سرو ٿيندو،
جڻ ڪاٺ اٺگهڙيو ڪنهن ڪم ڪار جو نہ آهي.

علامہ فرفر ناظم الدين جي خوراڪ لاءِ رقم طراز آهي.

رهيو جي هاضمون ۽ شوق "ناظم الدين" ڪي اهڙو،
تہ ڪڪڙن لاءِ پاڪستان ۾ پوندو ڏڪر ساقي.

محترمہ فاطمه جناح ۽ صدر ايوب جي اليڪشن جي تصوير دلپذير ڏسو.

حلالي ٿا رهن، امر و ادب ۾ ظاهر و باطن،
اُيا ٿي پنهنجي مادر سان، حرامي پار اتڪي پيا.

يار جي نزاڪت ۽ نفاست جي اپٽار هن طرح سان آهي.

تون گلن ۾ ٿي ترين، ”بلالي“ مثال،
خاطري آ توکي ٿيندي باز تَٽَ

پيءُ کان اول پٽ پينگهي ۾ جهوٽندو رهي ٿو.

پدر کان اڳ تولد ٿين، فقط مادر جي محنت سان،
شرافت واسطي اهڙا حلالي ٻار پيدا ڪر.

پنهنجي معاصرين جو هن نموني ذڪر ڪري ٿو.

فن جو استاد آهين، ڇوٿو اي فرفر ڪرين؟
ڪانوَ، روڏي، بلبل و ضامن ۽ هنتر جي تلاش.

(۱) وڳند سان وروح شاه صاحب رسالہ سُر بلاول ۾ وڳند جي چرچي گهڀي جا لڳوتار ۱۳ ابيات ملن ٿا. مون نموني طور صرف ٽن بيتن جو ذڪر ڪيو آهي. جن مان شاه صاحب جي خوش طبعي ۽ ملنساري جو پتو پوي ٿو.

وڳند سادو سودو فقير، ۽ فرمانبردار هو، هر وقت شاه صاحب جي حاضري ۽ نوڪريءَ ۾ رهندو هو، هڪ ڀيري پور پنجي ويس، بغير اجازت جي پنهنجي گهر هليو ويو. اُتي پهچڻ سان زال ڏندو پٽيس تہ نافرمان بغير اجازت جي هت ڇو آيو آهين، هن کي بدشد ڳالهائي پوئين پير روانو ڪيائين، پٽ تي پهچڻ سان هن ساري گهرو ڳالهہ شاه صاحب جي آڏو بيان ڪئي. شاه صاحب مُشڪندي هي بيت پڙهي پورو ڪيو.

وڳند وري آئيو، پينار نئون پوءِ،
محڪم لڳس موچڙا، ذرو نہ ڏنس جوءِ،
وينو ايهين چوءِ، تہ پيران پاسي نہ ٿيان.

(۲) وڳند ماه رمضان ۾ روزا نہ رکندو هو، سحري ۽ اِفطاري جي وقت ماٺهو روزه دارن جي لاءِ قسمين قسمين جا طعام ۽ ميوه

جات آڻيندا هئا، هو روزه دارن کان اول خوراڪ تي اهڙي نموني حملہ آور ٿيندو رهندو هو، جيئن تتر تي باز چڙهائي ڪندو آهي. اهو منظر ڏسي، شاه صاحب اُن جي نظم ۾ هن ريت تصوير ڪڍي آهي: -

وڳند وري آئيو، بدو بي نماز،
جيئن تتر مٿي باز، وڳند تيئن خوشبوءِ تي.

(۳) ڪوٽڙي مغل ۾ ڇيتي نالي سان هندو دڪاندار هو، هو شاه جو ڏاڍو عقيدتمند هوندو هو. هڪ دفعي وڳند ڪي بصرن وٺڻ لاءِ دُڪان تي موڪليو ويو، دڪاندار هن کي چرچي ۾ چيو "وڳند تنتي ٿڌي ۾ وتين تو تاڀا ڪائيندو، بسم الله ڪري، ٿڌي ڇانوَ ۾ منهنجي دڪان تي ويهي سودو سٺ هلاءِ، آءُ تنهنجو حساب ڪونہ ڪائيندس. هن تڪڙ ۾ توَ ۾ اقرار تہ ڪيو، وري جو لڙهو لٿس، درڙي پري، تارا ڦوٽاري، دڪاندار کي چوڻ لڳو، هل ڙي هل ڪافر، مان پنهنجي مرشد کي ڇڏي هٽ تي ويهي جخ ماريان" اهي الفاظ اجاربندي سڌو پٽ تي آيو ۽ اهو سربستو احوال وينل ڪچهري جي آڏو بيان ڪيائين ۽ ماڻهو کل ۾ ويڙهجي ويا. عين ان وقت شاه صاحب کان هي بيت موزون ٿي ويو: -

دانا سندي در تي، وڳند ٿي وينو،
بصر سين بازار ۾، ڪرواٽيو جينو،
در تنهين پينو، جت ڪفر تان ڪين ٿئي.

شاه صاحب جي طنز، مليح کان مليح تر هوندي هئي، ان ۾ مشفقانہ عارفانہ، ناصحانہ لب ولهجہ، دعائيہ اثر ۽ انداز هوندو هو، ماڻهن جي دلي خواهش هوندي هئي تہ اهڙي بصيرت افروز ڪچهري سدائين قائم رهي.

## (۱۴) ڀٽائي جي لوءِ صاحبان ۾ آمد

حضرت عبداللطيف ڀٽائي رحہ، پنهنجي ڏاڏي اعليٰ حضرت

شاه ڪريم بلڙي واري جيٰ مقبره جي لاءِ ملتان کان ڪاشيءَ جون سرون وٺڻ واسطي درياهي رستي سان ملتان ويو، موٽندي اعليٰ حضرت سيد موسيٰ شاه عليه رحمت جي ملاقات ۽ زيارت فيض بشارت حاصل ڪرڻ جي غرض و غايت سان "لوءِ صاحبان قادريہ" عرف گهوٽڪي جي جامع مسجد ۾ تشريف فرما ٿيو. شاه صاحب جي هٿ ۾ هڪ سرڳي هئي جنهن ۾ "نفس اماره" ڪتي جي صورت ۾ بند هو، فقرا سان ساز سرود هئا، اهڙو غير شرعي عمل ڏسي علماء ۽ طلبا آپي کان ٻاهر نڪري ويا، ڪنهو ڪاهي ٻاهر نم جي وڻ سان ٻڌائون، ۽ ساز مسجد جي اوپر واري کُهي ۾ ڦٽا ڪيائون، ساز اُتي وڄڻ لڳا، هي حيران ٿي هڪ ٻي کي چوڻ لڳا ڇا ماجرا آهي؟

هن حقيقت کان آگاه ڪرڻ لاءِ طلبا حضرت جن جي آستانہ عاليہ ڏانهن ڊوڙيا، هوڏانهن حضرت جن کي روحاني رستي اطلاع مليو، پاڻ مسجد جي طرف اچڻ لڳا. شاگرد ڪين هن حقيقت کان واقف ڪيو. پاڻ فرمايائون، صبر و تحمل کان ڪم وٺو، اڄ ڀال ڀلائي ڀٽائي صاحب جن آيا آهن." ٻنهين هستين جي جامع مسجد ۾ ملاقات ٿي. حضرت جن علماء ۽ فقرا سان شاه صاحب جن جو نهايت عمده نموني تعارف ڪرايو. ٿوري وقت کان بعد موذن عصر جي اذان ڏني، جماعت وضو ڪري، بارگاهِ حق ۾ عبادت لاءِ صفون ٻڌي قبلہ جي طرف منهن ڪري بيٺي. حضرت موسيٰ جن جي اصرار ۽ استدعا تي ڀٽائي صاحب پيش امامي جا فرائض نهايت حسن و خوبي سان سرانجام ڏنا. هڪ نئين ڳالهہ رونما ٿي جو شاه صاحب قرآن شريف جي آيات جي بجا پنهنجا في البديه هينيان اشعار پڙهيا، جيڪي رسالہ جي سر مارئي ۾ موجود آهن: -

(١)

”م“ **”زُمَر، زُخُرفُ“** (١)، **”سومرا ”حَمِدُ“ جنهين جو هندُ“**
”اِهْدِنَا الصِّرَاطِ الْمُسْتَقِيْمَ“ (٢) اي پَنوهارَن پندُ،
ٻاري لاهين ٻَنْد، تہ مِلان ماروئڙن کي.

(٢)

”م“ **”زُمر زُخُرف“ ”سومرا، ”قل“ جنهين جو قُوتُ“**
”فَاذْكُرُوْنِي اَذْكُرْكُمْ“ (٣) سدائين ثابوتُ،
لنگهيو جن لاهوت، تن پکا پائر اُڏيا.

(٣)

”زمر زخرف (۴) سومرا ”سَبحَ“(۵) منهنجا سيڻ،
ورڏت (٦) ڏاڏاڻي ڏيہ جو، ڪوءِ تنهنجا ڪيڻ،
”پ“ ”وَرُ ويڙهيچاڻا وِيڻُ (٧)، ڪوءِ سونُ تنهنجو سومرا.“

(۴)

”م“ **”زُمر زُخرف“** سومرا، سبُحَ منهنجا سيڻَ،
تمر (٨) ٻر ٻريان (٩)، ان جا ڪاچ خُرما ڪيڻ،
”م“ **”نِتُ تمايم نيڻ“** ٻَرَ جي ٻَدِوينِ لئيءِ.

(۵)

”زُمر زُخرف“ سومرا، سَبحَ سيڻ سَندام،
”م“ ٻَندَ ۾ ٻدوين لئيءِ، **”گوڙها نت ڳاڙيام“**
عمر اباڻن کي ڏني، ڏينهن تيام،
ويڙيچا وجود مان، ويل نہ ڪنهن وسريامِ،
”پ“ ”پاندي روز پچيام، اُيي اَباڻنَ جا.“

---

(١) قرآن جي سورتن جا نالا. (٢) اسان کي سڌي واٽ ڏيکار. (٣) پوءِ اوهان مونکي ياد ڪريو تہ مان اوهان کي ياد ڪريان. (۴) سورت جو نالو. (۵) سورت جو نالو. (٦) پلو. (٧) مهڻا، گاريون. (٨) سُکي ڪجور. (٩) پگل ڪٽڪ.

(٦)

"زُمر زُخرف" سومرا، سَبحَ سين رَهَنِ،
بَندَ ۾ بدوين ليءِ، "اکيون رَتُ روئِن"،
ڏوتي ڏاڏاڻي ڏيهه جا، الله! ڪي اَچَن،
مونکي خبر خير جي، سندي ڏيهه ڏين،
آرو (١) اکڙين، آهي اباڻن ڏي."

(٧)

"زُمر زُخرف" سومرا، عيش اعرابين (٢)،
"اِنَّا فتحنيا لڪ (٣) قلوبان کهن،
لَحَمُ (۴) لَبَنِ (۵) گڏُ ڪيو، تَمَرُ تاڪُل (٦) ڪَنَ،
**"سداسين سيد چئي، "ان نہ چکيو تن"** "م"
عمر بنديائن، لاهي لوت نہ چڏئين.

(٨)

"زُمر زُخرف" سومرا، مارو مون مهندار،
"اُلٰئِڪَ اَصْحَابَ الْجَنَّةِ" (٧) ماڳ سندم موچار،
"وَسَقَاهُمْ رَبُّهم شَرَاباً طَهُوْرَا (٨) پئين پوج پنوهار،
ويرو لار وجود ۾، پرين جي پچار،
"سباجها سَتَّار، مونکي مارن ميڙئين." "پ"

(٩)

"زُمر زُخرف" سومرا، حَدُنِ ۾ حُجرات (٩)،
سُورَن لاءِ سَرتيُون، **"رعد (١٠) مُڪائم راتِ"** "م"
هَميشه حَجر (١١) ۾، لئن لطيفي لاتِ،
مون تن تنهين جي تاتِ، اورَڻ جن "اَحقاف" (١٢) ۾.

(١) لاڙو. (٢) جهنگلي ماڻهو. (٣) بيشڪ اسان توکي فتح ڏني. (۴) گوشت. (۵) کير. (٦) ڪاٺڻ. (٧) اهي بهشتي آهن. (٨) ۽ انهن کي انهن جي پالڻهار پاڪ شراب پياريو. (٩) سورت جو نالو. (١٠) سورت جو نالو. (١١) سورت جو نالو. (١٢) قرآني سورت جو نالو.

(١٠)

"زُمر زُخرف" سومرا، **"سانبي (١) ساريم راتِ"**، "م"
"رعد" ڪريندي رعديون (٢)، هلن ڏونهن "حجرات"
"سُبحَ" "سجده" پيچرا، لئن لطيفي لات،
مون تنهين جي تاتِ، اورڻ جن "اَحزاب" سين.

(١١)

"زُمر زُخرف" سومرا، مارو "مومن (٣) بارِ"،
اَعرابي "اَحقاف" ۾ رهي وينا راسِ،
مارن ملان (۴) مارئي **"ڪنهن ارادي آندياس"**، "م"
"وطن آءُ ويندياسِ، وريو وَرَقُ وِصال جو". "پ"

ابيات پڙهڻ ۽ سجده جي ڦيرقار سبب پوري جماعت نماز ختم ڪري بيٺي ماٺهو حضرت موسيٰ شاه صاحب، بہ علماء ڪرام ۽ هڪ طالب جملہ پنج ماڻهو ڀنائي صاحب جي پنيان فرض ۾ شامل رهيا. شاه صاحب پهريان ٨ ابيات فرض ۾ پڙهيا، ۽ آخري ٽي ابيات پڙهي دعا گهري. عشاء جي نماز ادا ڪرڻ ۽ ذڪر کان فارغ ٿيڻ بعد شاه عبداللطيف ۽ حضرت موسيٰ شاه جي رات جي تنهائي ۾ ڪچهري ٿيندي رهي. صبح جو نماز پڙهي شاه صاحب اجازت ورتي، سنره سنئون ٿيو، بيڙي لهواري لڙي حيدرآباد جي طرف رخ رکيو.

## (١٥) شاه جي ڪلام تي تبصرو

شاه صاحب صرف سنڌ صوبي جو نہ مگر دنيا جي عظيم شاعرن ۽ مفڪرن مان هڪ آهي، ڊاڪٽر ايچ ـ ٽي ـ سورلي دنيا جي ڪيترين زبان جو ڄاڻو ۽ ماهر آهي. هن ڪي سنڌي ٻولي تي

(١) وارث، نگهبان. (٢) گوڙيون. (٣) قرآن جي سورت. (۴) وٿان.

وڏو عبور حاصل آهي. هن پنهنجي مطالع ۽ معلومات جي آڌار تي، دنيا مان ست شاعر چوندي انهن جو شاه صاحب سان تقابل ڪندي، نمايان الفاظ ۾ اها فتويٰ ڏني آهي تہ شاه صاحب دنيا جي جملي شاعرن ۽ مفڪرن کان مٿانهون مقام رکي ٿو. شاه صاحب جي ڪلام ۾ ادب بہ آهي، نياز پڻ، رمز بہ آهي، راز پڻ، سوز بہ آهي، گُداز پڻ. حسن بہ آهي، ناز پڻ، الفت بہ آهي، عشق پڻ، وصل بہ آهي فراق پڻ، درد بہ آهي، سوز پڻ، پنڌ بہ آهي، مسافت پڻ. غم بہ آهي، راحت پڻ. شريعت بہ آهي، طريقت پڻ. معرفت بہ آهي، حقيقت پڻ، وحدت بہ آهي، ڪثرت پڻ. افسانو بہ آهي، حڪايت پڻ. رشد بہ آهي، هدايت پڻ. رواني بہ آهي، نُدرت پڻ. سلاست بہ آهي، جدت پڻ. نفاست بہ آهي، نزاڪت پڻ.

هن الهامي شاعر، پنهنجي سخن جي ذريعي علمي ۽ ادبي دنيا ۾ مختلف مضامين جا گل گڏ ڪري، سنڌي ٻولي کي سدا بهار باغ بڻائي ڇڏيو آهي. جنهن ۾ قسمين قسمين رنگين ۽ دلنشين گل پنهنجي لافاني خوشبو سان اهل دل، اهل درد، اهلِ نظر جي قلب ۽ روح کي رسائيندا رهن ٿا. شاه صاحب وٽ الفاظ جو وڏو خزانو آهي. اردو زبان ۾ اُٺ کي صرف "اون" سڏيو ويندو آهي. سنڌي ۾ ٻڪري جي اُن کي "ڏاس" گهٽي جي اُن کي "اُن" اُٺ جي اُن کي "ملس" ڪوٺيو ويندو آهي، ٻين زبانن ۾ اُٺ جو صرف هڪ نالو آهي، سنڌي زبان ۾ نالا ڳڻيو تہ ڪيترا آهن. (١) توڏو (٢) ڪنواٽ (٣) گورو (۴) ٻور (٥) ٻوتو (٦) مهري (٧) ليڙو (٨) ڪرهو (٩) چانگو (١٠) ميو (١١) لاڏو. بهادر جا نالا (١) ڪوپو (٢) ڪوڏيو (٣) ڪونڌر (۴) ڪونٽر (٥) سڌر (٦) جنگ (٧) پاٺو (٨) مرد (٩) مانجهي (١٠) ورنه (١١) ڏڳ (١٢) مهائي (١٣) بانڪو (١۴) پارنگ (١٥) ويرِ (١٦) گهوٽ

(١٧) للنگهہ (١٨) راوت (١٩) جوڙو (٢٠) جوان (٢١) بورائو وغيره. شاھ جي رسالي ۾ ڪٿ بہ عُريان، بازاري ۽ ڪچو لفظ نظر نہ ايندو. بلڪہ هر مضمون شعر جي خوبين ۽ محاسن سان مالامال ملندو. زبان جي شيريني ۽ مينائي بيان جي صفائي ۽ دلچسپي، ملرز جي ادائگي، دلفريبي ۽ رنگيني، اسلوب جي دلاويزي، دلڪشي ۽ دل نوازي پنهنجا جلوه پسائي رهي آهي. نظر وجهڻ وارو محو نظارو بڻجو وڃي، ۽ ٻڌڻ وارو سُرور ۾ اچي رقص ڪندو رهي ٿو.

## (١٦) منهنجو مقصد

منهنجي هن چونڊ جو مدار شاھ جي پهاڪي ۽ محاورن تي رهيو آهي، مون شاھ صاحب جا جملي سُر سامهون رکي، پنهنجي مقصد جا موتي چونڊيا آهن. هر لفظ، هر ٻول، هر بيت پنهنجي هنڌ تي وزندار ۽ اثرائتو ٿيندو آهي. انتخاب جو انداز اهڙو اهميت وارو هجي، جيئن مصور پنهنجي موقلم سان، سنگ تراش سنگ تراشي جي اوزارن سان، موسيقار ستاريا رباب جي تارن کان ڪم وٺندو آهي. جيڪڏهن غلط تار تي هٿ لڳي ويندو، تہ نغمي جو آواز بي سرائي اختيار ڪندو. اهڙي طرح فيصلي ڪرڻ کان بعد اگر اُن جي برعڪس قدم کڻبو تہ سراسر غلط ٿيندو، مون بہ انهيءَ عزم سان هي ڪم ڪيو آهي، ناموزون ڪلام حسن انتخاب لاءِ بدنما داغ جي برابر سمجهو ويندو آهي.

منهنجي انتخاب ۾ (٧٨٥) اشعار ۽ (٤٨٨) پهاڪا ۽ (٣٢٠) محاورا شامل ٿيا آهن. جن کي پيش ڪرڻ جي جسارت ڪري رهيو آهيان، پڙهڻين، اعراب ۽ معنيٰ جو خاص خيال رکيو ويو آهي. آءٌ حاجي غلام قادر ڪوڪر جو ٿورائتو آهيان، جنهن وقت بوقت هن ڪتاب جي نقل ڪرڻ ۾ منهنجي دل و جان سان مدد

ڪئي آهي. آءٌ جناب قاضي مقصود گل صاحب جو نهايت مشڪور آهيان، جو صاحب موصوف هن ڪتاب لکڻ وقت مونکي پنهنجي نيڪ ۽ زرين مشورن سان نوازيندو رهيو آهي.

اها سخت بي انصافي ٿيندي، جيڪڏهن آءٌ پنهنجي پراڻي دوست، شاعر ۽ اديب، مصنف ۽ محقق جناب غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ جو شڪريو ادا نه ڪريان، جو هن صاحب موصوف هن ڪتاب کي "مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور" جي بورڊ آڏو پيش ڪرڻ جو مشورو ڏيندي، ڪتاب کي ڇپرائڻ جي اُميد ڏيکاري ۽ اهڙي نموني هي ڪتاب ڇپجي اوهان جي هٿن تان پهچي ويو.

اشرف و اعليٰ ڪيو انسان کي "اظهر" خدا،
ڪم اچي انسان ٿو، انسانَ جي.

آخر ۾ آءٌ هن امر تي مُسرت جو اظهار ڪريان ٿو، جو هن گرانبها تصنيف ۽ تاليف جي تڪميل "قصر الادب گهوٽڪي" ۾ ٿي، مان ۽ منهنجي اولاد هن سطوت اُعظميٰ تي هميشه هميشه فخر ۽ ناز ڪندي رهندي. "الله بس باقي هوس".

**سيد اظهر گيلاني**
قصر الادب گهوٽڪي

١ ـ ذي الحج ١۴٢٣ هـ
٣ فيبروري سنہ ٢٠٠٣ع

# (١) سر ڪلياڻ

وَحْدَهٗ لَا شَرِيْڪَ لَهٗ بُدِءِ نہ ٻوڙا،
ڪي تون ڪنين نہ سُئاس (١) جي گهَٽَ (٢) اَندَرِ گهوڙا،
"ڳاڙيندين ڳوڙها، رِتِ شاهِدَ تيندءِ سامُهان." "پ"

(٢)

وَحْدَهٗ لَا شَرِيْڪَ لَهٗ ايءِ هيڪڙائي حَقُ،
"ٻِيائي ڪي ٻَڪُ"، جن وڃو سي وَرِسيا (٣)". "پ"

(٣)

تون چَوُ الله هيڪڙو، وائِي (٤) ٻِي مَ سِڪُ،
"سوئي لِکيو لِڪُ، سچو اَکرُ مَنَ ۾". "پ"

(٤)

پاڻهئين جَلَّ جَلَالَهٗ (٥)، پاڻهئين جَانِ جَمالُ،
پاڻهين صُورَت پِرينءَ جي، پاڻهين حُسن ڪَمالُ،
پاڻهين پيرُ، مُريد تئي، پاڻهين پاڻَ خَيالُ،
"سَڀ سَيوئي حالُ، منجهان ئي مَعلُومُ تئي." "پ"

(٥)

سو هي، سو هُو، سو اَجَلُ (٦)، سو الله،
"سو پِرين، سو پَساهُ، سو ويرِي، سو واهَرو". "پ"

---

(١) ٻڌاءِ. (٢) نڙي. (٣) ڀُليا. (٤) ٻولي. (٥) ان جو وڏو شان آهي. (٦) موت مقرر وقت تي ايندو.

(٦)

"پڙاڏو (١) سو سَڏُ"، ور (٢) وائيءَ جو جي لهين، "م"
"هُئا اِگهين گَڏُ، ٻُڏَ ۾ ٻـ ٽِيا." "پ"

(٧)

ايڪ قَصَرَ (٣) دَرَ لَکُ، ڪوڙين سَهَسَ ڳَڙڪِيون،
"جيڏانهن ڪَريان پُرکِ (۴)، تيڏان سَجَڻ سَامُهون." "پ"

(٨)

ڪوڙين ڪيائون، تنهنجون لِکَنَ لِکَ هَزارَ،
جيءُ (۵) سڀ ڪنهن جيءَ سين، دَرسَن (٦) ڏارون ڏار،
"پريمَ" (٧) تنهنجا پارَ (٨)، ڪهڙا چئي ڪيئن چوان؟" "پ"

(٩)

"اندا اُوندا ويجَ" (٩)، کَل ڪُجاڙيا (١٠) ڪانئين؟ "م"
اسان ڏُکي (١١) ڏيل (١٢) ۾، تون پيارئين پيجَ (١٣)،
"سوريءَ جني سيج (١۴)، مرڻ تن مشاهدو" (١۵). "پ"

(١٠)

"سوري آه سينگار"، اَصْلُ عاشِقَنِ جو، "م"
مُرَڻُ، موٽَڻ، ميهڻو (١٦)، تيا نظاري (١٧) نَروار،
"ڪُسَڻَ جو قَرار (١٨)، اَصْل عاشِقَنِ جو." "پ"

(١١)

پهرين ڪاتي پاءِ، پُڇج پوءِ پريتڙو،
ڏُکَ پرين جو ڏيل (١٩) ۾، "واڄَٽَ (٢٠) جن وڃاءِ"، "م"
"سيخن ماه (٢١) پچاءِ، جي نالو ڳيڙءَ (٢٢) نينهن جو." "پ"

---

(١) پڙلاءُ. (٢) وکڙ. (٣) ماڙي. (۴) نگاه. (۵) قبول. (٦) درسن، ديدار. (٧) منهنجا پرين. (٨) نشان. (٩) طبيبَ. (١٠) چاڪاڻ. (١١) درو ٿئي. (١٢) بدن. (١٣) پٽڙو پـت. (١۴) پلنـگ. (١۵) ديدار. (١٦) مهڻو. (١٧) نظاري تي. (١٨) وعده انجام. (١٩) تن، بدن، دل. (٢٠) ساز، باجو، واجو. (٢١) گوست، مانهه. (٢٢) ورتئہ، توچيو، تو پڇيو.

(١٢)

"ڪاتِي ڪونهي ڏوهُ، ڳَنُ وڍيندڙ هَٿَ ۾"، "پ"
پَسيو پرم (١) عظيم جي **"لِڇڪيو وڃي لُوهُ"**، "م"
"عاشِقَنِ اندوهُ (٢)، سدا مَعْشُوقَنِ جو." "پ"

(١٣)

"ڪاتي جا قُرَبَ جي"، سا هَڏ چيري چَمُ،
"عاشِقَنِ پنهنجو انگُ، الله ڪارڻ وَڍِيو."

(١٤)

جي تو سِڪَڻُ سِکِيو، تہ ڪاتِي پُڇِي مَ ڪنجهُہ،
سُپريان جي سُورَ جو، ماڻهن ڏجي نہ منجهُہ،
"اندَرُ اِيءُ اَهَنجُ، ساندِجُ سڪائون ڪري". پ

(١٥)

"عاشِقَ زَهَرُ پِياڪَ، وِهُ ڏِسي وَهَسُنِ گهڻو"، "پ"
ڪَڙِي ۽ ڪاتِلَ جا، هَميشه هيراڪَ،
لڳين لُنءَ لطيف چئي، فَنا ڪيا فِراق،
"تُوڙي چِڪَنِ چاڪَ، تہ بہ آهَ نہ سلين عامَ ڪي." "پ"

(١٦)

"سَڌڙيا (٣) شَرابَ جون، ڪُهُہ (٤) پَچارُون ڪَن"، "پ"
جہ ڪاتَ ڪَلالَنِ ڪديا، تہ موتيو پوءِ وَڃَن،
"پِڪون سي پِيَنِ، سَرجَنِ جا سَٿَ ۾". "پ"

(١٧)

"مُلهہُ مُهانگو قَطِرو (٥) سِڪَڻَ شَهادَتَ"، } "پ"
"اسان عِبادَتَ (٦)، نَظَرَ نازَ پِريَن جا." }

---

(١) ريت، رخ، هلت، روش. (٢) رنج، فڪر، ڳڻتي. (٣) سڪئي خواهش رکندڙ.
(٤) ڇو، ڇالاءِ. (٥) ريت رُخ، هلت، روش. (٦) عبادت.

(١٨)

"رَڳُون رَنيُون رَبابُ (١)، وَڄَن ويلَ سَڀ ڪَهين،" "پ"
لُڇَڻُ ڪُڇَڻَ، نہ تيو، جانِبَ ري ءَ جوابُ،
سوئي سنڌيندمر (٢) سُپرين، **"ڪَبَس جنهن ڪَبابُ"،** "م"
"سوئي عين (٣) عذابُ، سوئي راحتَ رُوحَ جي." "پ"

(١٩)

"پِريان سندي پارَ جي، مڙيئي رِمنائي"، "پ"
"ڪانهي ڪَڙائي، چَکين جي چيتُ (۴) ڪَري." "پ"

(٢٠)

"تو جَنجي تاتِ، تَن پُڻِ آهي تنهنجي،" "پ"
"فَاذْكُرُونِيٓ اَذْكُرْكُمْ" (٥) اي پروڙج باتِ،
"هَتِ ڪاتي ڳُڙ واتِ، پُڇَڻ پَرَ پرين جي." "پ"

(٢١)

"حَبيبن هيڪارَ، منجهان رِمهر سڌ ڪيو،" "پ"
"سو مون سَڀُ ڄَمارَ (٦)، اورَڻُ (٧) اهوئي تيو." "پ"

---

(١) ساز. (٢) ڄڻائيندا،مرهم پٽي ڪندا. (٣) پاڻ يا خود. (۴) هوش، ڌيان.
(٥) ياد ڪريو مونکي تہ آءٌ بہ اوهان کي ياد ڪريان (قرآن). (٦) حياتي، عمر.
(٧) دلي احوال ٻڌائڻ، ڳجهيون ڳالهيون ڪرڻ.

# (٢) سر يمن ڪلياڻ

"**هَنُ حَبِيْبَ هَتَ ڪٽي**"، دِلِ ۾ ديري (١) دانهن، "م"
ڪُڇان تان ڪوڪ ٿئي، "**صَبرُ آءُ نہ سَهان**"، "م"
"ڪنهن کي ائين چوان، تہ مونکي ماريو سڄڻين". "پ"

(٢)

سَدا آهي سورَ جي، "**وادوڙين وائي**"، "م"
جيڪا اُتِنِ من ۾، سَلِن نہ سائي،
"اوڙڪ (٢) اَهائِي، ڳوليو لَهَنِ ڳالهڙي". "پ"

(٣)

"سُگَهَنِ سد نہ سورَ جي، تہ گهايل ڪيئن گهارين؟" "پ"
پئل پاسو پَٽَ تي، واديوڙِيَن (٣) نہ وارين،
پَرَ ۾ پَچَن پرينءَ لئہ، هي هنجهون (۴) هارين،
"سڄڻ جي سارين تن رُويو وِهامي (۵) راتڙي". "پ"

(۴)

"**سَگَهَنِ سُدِ نہ سُورَ جي**"، تا رُنگنِ (٦) رَنجوري (٧)، "م"
پيا آهن پَٽَ ۾، متن ماموري (٨)،
لڳن لئن لطيف چئي، سَدا جي سوري (٩)،
"پِرت جَنِ پوري، تَنِ رويو وِهامي راتڙي". "پ"

---

(١) اونهين. (٢) نيٺ، آخر. (٣) قتيل، زخمي. (۴) ڳوڙها، لڙڪ. (۵) گذري. (٦) ڪنجهن. (٧) مرد وارا. (٨) وڏي بيماري، تقدير. (٩) هميشه جو درد ۽ غم.

(٥)

تَنِ طَبيبَ نہ تون، جو سُڌِ نہ لَهِين سُورَ جي،
ساندي پنهنجا ڏيڙا، ڪڏ ڪٽي ۾ پون [١]،
"ڪانہ گهرجي مون، حياتي هوتَنِ ريءَ". "پ"

(٦)

جي پائين پرينئن مڙان [٢]، تہ سِک چورانڪي ذاتِ [٣]،
"جاڳڻ جشن [٤] جن کي، سُک سڄيائي راتِ،" "پ"
"اجهي [٥]، بجهي [٦]، آئيا"، وائي ڪَن نہ واتِ، "م"
سَلي [٧] سورئي چاڙهيا، بيان ڪَن نہ باتِ،
"توڙي ڪُسَنِ ڪات، تہ بہ ساڳي سُلن ڪين ڪي". "پ"

(٧)

ڪاندين [٨] ٽاندين، ٻاٻرين، "پچان مَڙ پيئي"، "م"
"جيرا، جِگر، ٻُڪِيُون، سيخَنِ ۾ ٽيئي"، "پ"
"ويڄنئو [٩] ويئي، تي وَهيٽي سَڄٽين". "پ"

(٨)

"ٻاريو اُجهائين [١٠]، پرين اجهايو ٻارين"، "پ"
مونکي ٽا مارين، "لونهان [١١] لهارَن جا". "م"

(٩)

ڪاٺان [١٢] تن ڪَتيو، "اُجهائڻ اونداهہ"، "م"
"جَنِ اندرِ ٻَري ٻاهِ، سُڌِ سَيڪا ان کي". "پ"

---

(١) زمين، ڌرتي. (٢) ملان، ملاقات ڪيان. (٣) روش، طرز، طريقو. (٤) خوشي، مزو. (٥) ٻوڙي. (٦) ٽڪجي. (٧) سلهاڙي، ٻڌي. (٨) ڪنڊي ۽ ٻبر جي ٽاندن تي. (٩) طبيبن جي هٿان آئي. (١٠) وِسائين. (١١) اُلا، شولا. (١٢) سڙيا.

(١٠)

"جن کي دؤرُ دَردَ جو، سَبَقُ سُورَ (١) پَڙهَنِ"، "پ"
"فِڪرُ قَرهي (٢) هَٿَ ۾، ماڻ مُطالع (٣)، ڪَنِ"، "پ"
"پَنو سو پَڙهَنِ، جنهن ۾ پَسَنِ پرينءَ کي". "پ"

(١١)

صُوفي لاڪُوفي (٤) ڪونہ پانئين ڪيرُ؟
"منجهان (٥) ئي منجهہ وڙهي"، پَڌر ناهِس پيرُ، "م"
"جني ساٿس ويرُ، تني تنين جو واهرو". "پ"

(١٢)

اَکَرُ پَڙهُ اَلِفَ جو، وَرقَ سڀ وِسار،
"اندرُ تون اُجارِ، پَنا پَڙهندين ڪيترا ؟" "پ"

(١٣)

"پائي ڪانُ ڪَمانَ ۾، ميانِ! مارِ مَ مون" "پ"
"مون ۾ آهين تون، متان تنهنجوئي توکي لڳي". "پ"

(١٤)

مُحبَّتَ جي ميدانَ ۾، "سِرَ جو سانگُ (٦) مَ ڪَرِ"، "م"
"لاهِي سرُ لطيف چئي، اَگِيان دوستن ڌَرِ (٧)"، "پ"
"عِشقُ نانگُ اَپَرِ (٨)، خَبَرَ ڪاڏَنِ ڪي پَوي". "پ"

(١٥)

عاشِقَ مَعْشُوقَنِ جي، وَني ويهُہ ڳَري (٩)،
ڄمر (١٠) وَر جي چڙئين، "سَندي دوسِتَ دَري"،
"ڏيندا ٻکي ٻاجهہ جي"، "ويندءِ ٽپ (١١) ٽري"، "م"
"اسان تان نہ سَري، توکي سري سُپرين". "پ"

---

(١) سور جو سبق. (٢) تختي. (٣) دل ۾ پڙهڻ. (٤) يعني تعصبي نہ آهن. (٥) ڳجهہ ڳوه. (٦) خيال. (٧) رک. (٨) گهڻو. (٩) گهڻي. (١٠) متان. (١١) زخم.

(١٦)

هَرَ هَرَ (١) هرائي، وَڃَڻ دَرِ دوستن جي،
**پاڙي ڏانهن پرين جي، اجهه (٢) مَ اوائي (٣)**، "م"
اَلَڙ (٤) تي اَچَ م تون واتاڙن وائي،
لائيندءِ لطيف چئي، "**سوران (٥) سَرهائي**"، "م"
"ڳجهو ڳالهائي، پرت ونجي پاڻ ۾". "پ"

(١٧)

"هُو چَونئي، تون مَ چَؤ، واتان وَرائي"، "پ"
"اَڳُ اِڳرائي جو ڪَري، خَطا سو کائي"، "پ"
"پاندَ ۾ پائي، ويو ڪِيني وارو ڪِين ڪي". "پ"

(١٨)

"اَڻَ چَوَنْدَنِ ڪيمَ چَؤ، چَوَنْدَنِ چَيو وِسارِ"، "پ"
"اَنَئي پَهَرَ اَدَبَ سين، پَرَ (٦) اِهائي پارِ"، "پ"
"پايو مُنهن مُونَنِ ۾، غُربَتَ ساڻُ گُذارِ"، "پ"
"مُفتِيءَ (٧) منجهه وهارِ، تہ قاضي ڪانيارو (٨) نہ ٿئين". "پ"

(١٩)

"چَڪِي مئي مَن جي، اِڳڙيا (٩) آيا"، "پ"
ڪَڙي قاتل ڪوڙيا، ورنهہ وناهيا،
"**جي گهورَنِ سين گهايا**"، پيئڻ تان پَرَي ٿيو. "م"

(٢٠)

"هاريا ويچ (١٠) مُياس، سُڌِ نہ لَهنِ سُورَ جي"، "پ"
پريان ڪي چونديا‌سِ، "**تہ تَرسُ طِبيَبن چِڏيو**". "م"

---

(١) گهڙيءَ گهڙيءَ. (٢) وچ. (٣) موڳي، نادان. (٤) اڻ ڄاڻ. (٥) سورن مان. (٦) طريقو. (٧) فتوي، قاضي. (٨) ڏيندڙ. (٩) لوهار يا مرشد ڪامل (١٠) حڪيم.

(٢١)

عاشِق! مَعشُوقَنِ جو، "وَني وڃ سيرُ [1] "، "م"
اچي پڇنڊءِ پاڻهين، پِرين يري پيرُ،
"ڀلاين سنڌو پيرُ [2]، رَهَبَرَ ٿيندءِ راهَ ۾." "پ"

(١) لنگهه. (٢) ميڙ، پندار.

# (٣) سر ڪنيات

"پيشاني ۾ پرينءَ جي، ٻَلائي جا ٻيرَ [١] "، "پ"
اڳڻ اُڪندين [٢]، **"جي ڏي پاٻوهي [٣] پيرُ"**، "م"
"قَمر ٻاڙي [٤] ڪيرُ، شَمِش سپرين سين". "پ"

(٢)

راتِ سُهائي ٻون [٥] سنئن ٻَٽَنِ وڏو ٻنڊُ،
هَلندي حَبيبَنِ ڏي، **"ڪَرها [٦] موڙِ م ڪنڊُ"**، "م"
"بَنڌڻ [٧] سوئي ٻنڊُ، جو ٻهچائي پرينءَ ڪي". "پ"

(٣)

راتِ سُهائي، ٻون سنئين، پرت نئين ٻنڌيس،
ميا! مَحبُوبَنِ ڏي، **"وڃڻ ڪجي وس"**، "م"
"راتين ۾ رَسُ تہ خَبَرَ ڪرن [٨] ڪي نہ ٻَوي". "پ"

(٤)

"اَڄُ ٻُڻُ اَچائي، چوڏهين ماهَ چند جي"، "پ"
مون گهر مون پرين جي، **"اَچَڻَ جي وائِي"**، "م"
**"مُون گهَرِ واڌائِي"**، ٻيئي ڪامَ [٩] ڪَرِن ۾. "م"

(٥)

هُن تاري، هُن هيٺ هت منهنجا سُپرين،
"سَڄَڻُ ماڪِي ميٺ، ڪُوڙا ٽين نہ ڪڏهين". "پ"

(١) ٻنڌار. (٢) سڪندڙن. (٣) مُشڪندي خوشي مان. (٤) پور ڪري، برابر ڪري. (٥) زمين، ڌرتي. (٦) اُٺ. (٧) سندرو. (٨) گڏهہ. (٩) ساڙ، ٻَچ.

(٦)

اَڄُ پڻُ اماڙو (١)، چوڏهينءَ ماهُ چنڊ جو،
مُون گهرِ مُون پرين جي، اَڄَ جو وارو،
"**سَڄڻُ سويارو**"، پيچ پني (٢) گهرِ آئيو. "م"

(٧)

تارا تَرِتَرِ (٣) وڪڙيون، مٿن ڦُلڙيون (۴)،
"رِوهُ سي راتڙيُون، جي مُون پرين پُڇاڻا پَيئيون". "پ"

(٨)

"**ناسيندي (٥) نِگاهَ**"، پَهرين ڪَج پرينءَ ڏي، "م"
احوال عاجزَن جا، آڪِج لَڳِ الله،
"روزُ نِهارين راهَ، اَڪيمُون اوهان جي آسِري". "پ"

(٩)

ناسيندي نِهار، پَهرين ڪَج پرينءَ ڏي،
آءُ جي ڏِيان سَنِيها، چَئِج چَندا اَپار (١)،
"ساجَنَ سَڀُ جَمارَ، اَڪيمُون اوهان جي آسِري". "پ"

(١٠)

چَنڊَ تُنهنجي ذاتِ، پاڙيان، نہ پرين سِين،
"تُون اَڃو ۾ راتِ، سَڄڻُ نِتِ سوجهرو". "پ"

---

(١) چمڪات، چمڪو، لاٽ. (٢) پرهه ڦٽي. (٣) ننڍڙا. (۴) ننڍيون ڦلبون.

# (۴) سُر سراڳ

مانَ پُڇنيئي سُپرِين، ڇتان لاهِ مَ ڇَرَ،
"پرِين اَڱيان پاءِ، پَلَئُو مڳٽهارُ تي". "پ"

(۲)

مانَ پُڇنيئي سُپرِين، **"ڇتَ م چيتاريج (۱)"**، "م"
ڪيج ڪائي (۲) ڪَچَ (۳) ڪي، ڪُوڙُ مَ ڪَمائيجُ"،
"وٺج وهائيج، سوداگر! سَچَ جو". "پ"

(۳)

سِڙَهَ سنوان، لاجو (۴) نوان، مُهاٽا سندن ميرَ،
ساڻي سَفر هَليا، ڙيا سَٽاوا، سِيرَ،
جي اچڻ ساڻ اُڪير (۵) **"سي هيڙا رکيه ڀاڄهہ سِيهِ"**. "م"

(۴)

منجهان پيئي مَڪڙي، ڪاجا پاٽي بُوندَ،
سيئي ڏِنم روندَ (۶)، **"وکر جن وڃائيو"**. "م"

(۵)

جيڪي مَنجهہ جَهان، **"سوتاريءَ (۷) تڳي تنهنجي"**، "م"
لُطْفَ جي لَطِيْفُ چئي، تو وَٽِ ڪَمِي ڪانَ،
"عَدْلُ ڇُٽڻُ آءُ نہ، ڪو قيرو ڪَجِ فَضْلَ جو". "پ"

---

(۱) ياد ڪر. (۲) شيشو. (۳) ڪوڏ. (۴) رسا. (۵) سڪ. (٦) رڻندا. (۷) لطف.

(٦)

سي پوچارا پُر تيا، "سَمُنْدُ سِيويو جَن"، "م"
آنداڻون عَمِيْقَ (١) مان، جوتِي (٢) جَواهِرَنِ،
"ڪانهي قِيمَتَ تَنِ، مُلهہ مُهانگو اُنَ جو". "پ"

(٧)

"دنگيءَ (٣) ۾ داڻا"، وَني وِجهہ وَکر جا، "م"
"وِير ورنديءَ" ويسرا (٤) ويهہ مَ ويڳاڻا، "م"
"هي نِندَ نہ ڄاڻا، ڪڏهن هٽنديِن ڪَنَ ۾". "پ"

(٨)

سَيئي سُبْحَانَ (٥) جي، ڪَرِ حوالي ڪَمَ،
تِي تَحْقِيْقَ تَسلِيمَ (٦) ۾، لاهي غَمَ وَهَمَ،
"قادِر ساڻُ ڪَرَمَ، حاصِل ڪَري حاڄَ (٧) تو". "پ"

(٩)

ڄِڱَنِ ساڻُ ڄِڱايُون، ائن سَيڪو هوءِ،
"تو جئن ڪري نہ ڪوءِ، ٻُجَنِ (٨) سان ٻَلايون". "پ"

(١٠)

"ڄِڱا ڪَنِ ڄِڱايُون، مَنايون، مَنَنِ"، "پ"
"جو وَڙُ (٩) جُڙي جَنِ سِين، سو وَڙُ سيئي ڪَنِ". "پ"

(١١)

"ويا سي وِينجهارَ"، هِيرا لَعل ونڌين (١٠) جي، "م"
تنهين سندا پوئيان، سيهي (١١) لَهَن نہ سارَ،
"ڪَتين ڪت لُهار، هاٿي انهين پٽئين (١٢)". "پ"

---

(١) ونهون. (٢) دڳ. (٣) ننڍي ٻيڙي. (٤) ويسارا، غافل. (٥) الله تبارڪ و تعاليٰ. (٦) خدا کي مڃڻ، قبول ڪرڻ. (٧) مطلب، ڪم. (٨) ٻيڙن. (٩) هلڻ، ريت. (١٠) سوراخ ڪرين. (١١) شيهو. (١٢) هنڌن، ماڳن.

(١٢)

تا صَراف سجَڻ (١)، پاڻ ڪوناڙين جوهَري،
ماڻڪ ڪَري مُٺِ ۾، ونئن ونى وٽ تَنِ،
سندس ئي سيّد چئي، ڪهڙو قَدرُ ڪَنِ؟
"پاٿينيءَ پرکِن کي ڪنچن (٢) گڏين ڪچ سان". "پ"

(١٣)

تاري ونئن تراز کي، **"منجهان موج ملاح"**، "م"
دانهون ڪَنِ درياهَ جون، **"جي اونهي جا آگاه (٣)"**، "م"
سونهَنِ جي صَلاح، وَٽُ نہ ويرِ لنگهي وڃين.

(١٧)

قرنفُلَ (٤)، قوتا، پارچا، پاٿيت (٥) پاتائون،
ڪونيون قِيمَتَ سنديون (٦)، تَرَ ۾ تاڪيائون (٧)،
لاچن (٨) منجهہ لَطيف چئي، بيڙا بَڌائون،
نذر نبي جام جو، چڙهندي چيائون،
"جي چوهي چوڙيائُون، سي بيڙيُون رکين باجهہ سين". "پ"

(١٥)

**"ڪاٿو ڪمايوم"، "موتي مون نہ وٽجيا"**، "م م"
سيهي جو سيد چئي، **"وَکَرُ وِهايومِ"**، "م"
"ههڙو حال سندوم، توهَ (٩) تنهنجي اَبهان (١٠)". "پ"

(١٦)

"مُون ۾ تُون موجُود، آءٌ اِگاهين آهيان"، "پ"
اَکِيُون اَکڙين کي، **"سڪيو ڪَنِ سَجود"**. "م"

---

(١) بڌڻ ۾ اچن. (٢) آگاه، واقف، ڄاڻو. (٣) شيشو. (۴) لونگ. (٥) چمڪندڙ "موتي". (٦) قيمتي. (٧) پرپائون. (٨) نوڙڻ. (٩) پلائي. (١٠) بچان.

(١٧)

"ڪَڄُ ڪَمايمُ ڪوڙُ، ٻَڳُم عَهَدَ (١) الله جا"، "پ"
"**پِڃرو جو پَاپَڻِ جو**"، سوچوڙي تائين چورُ، "م"
"**مَعلومُ آتيئي مورُ**"(٢)، ڳوڙها (٣) انهيءَ ڳالهه جو. "م"

(١٨)

"**ڪُوڙُ ڪَماءِ ڪَڄُ**"، اُتي اور الله سِين، "م"
ڪَڏُ تُون دَغا دِل مان، صاحِبَ وَٽي سَچُ،
محبت سَندو مَنَ ۾، "**ماڻِڪَ بارِج مَچُ**"، "م"
اُنپَرِ اُتي اَچُ، "**تہ سودو تني سَڦرو**" (٤). "م"

(١٩)

اگهيو ڪائو ڪَچُ، ماڻِڪن موٽَ تي،
"پِلِيءِ پايو سَچ، آچِندي لَـجَ مَران". "پ"

---

(١) وعده، اقرار. (٢) حاصل مطلب. (٣) ڳجهو، لڪ. (٤) فائديمند.

# (۵) سر سامونڊي

اُونهين ۾ اوهَري، جڏهن جي ويا،
**"سانداري**[1] **سَمونڊ جي"**، نهوڙي رِنيا، "م"
وجي تِتِ پيا، جِتِ نهايت ناهه ڪا.

(۲)

**"تن رِجنِجي تانگَ"**، سي سجڻ سَفَرِ هلِيا، "م"
لئج لاتِ لَطِيفُ چئي، ڪڏهن اِيندُم ڪانگَ،
"ڪنهن سَٺائي سانگ [2]، پرين پَر ڏيهي ڪيا". "پ"

(۳)

جيڪو اچي هاڻِ، **"تہ ڪَرِيان روح رَچنديون**[3]**"**، "م"
آيَلَ ڍولي ساڻُ، **"هوند ڳرَ**[4] **لڳي ڳالهيون ڪريان"**. "م"

(۴)

اِيل ڍوليي ساڻُ اچي تہ جهيڙيان[5]،
**"لايئہ ڏينهن گهڻا"**، **"مون سين ڪيئي ٽوڙا"**. "م م"

(۵)

هي سَجڻ سيئي، **"جي مُون ڪوڏ**[6] **نِهارِيا"**، "م"
اِيندم جان پيهي، تہ سَڀُ لاهِيندم ڏُڪڙا.

(٦)

لاجو تا لون[7]، اچن سڙه اُپڙيا،
ڪارڻ تن پرين، **"ويئي واٽَ نِهارِيان."** "م"

---

(۱) پيٽ. (۲) سبب. (۳) رهاڻيون. (۴) ڳلي لڳي. (۵) جهيڙو ڪريان.
(٦) خوشي سان. (۷) لڏن.

(٧)

**"آءُ پڻ وايُون ڪَنِ"**، وَڻجارا وَڃَڻَ جُون، "مر"
هَلَڻَ هارا سُپرِين، روئان تان نہ رَهَنِ،
آءَ جهلينديي ڪيترو؟ آيل سامُونڊيُنِ،
**"پَڳهہ چوڙي تن"**، **"وِڌا ٻيڙا ٻار ۾"**. "م م"

(٨)

سِڙهَ تي سِبياٿُون، بندرجن تڙن تي،
سِڙهَ سِبي ساجا ڪري، **"ڪوها ڪنياٿون"**، "م"
بيرقون بَحرن ۾، چوڙي چڏياٿون،
"لهريون لنگهياٿون، لُطفَ سان لَطِيفُ چَئي". "پ"

(٩)

"جني ڪارڻ مون تي، تَڙُ پوجارا پُوڄيا (١)"، "پ"
"پُنيمُ اُميدُون، سيئي سَجَڻَ آئِيا". "پ"

(١٠)

هوند اُيي تَڙَ وَٽ، پرين پَڳه چوڙِيا،
"ڪا مون ۾ گهٽ، ناتِ سَجَڻُ سَٻاجها گهٽو". "پ"

(١١)

وَڻجاري وَري، پَرهَ پَڳه چوڙِيا،
اوليو پسي اُن جون، **"پٺڙم ڳچ ڳري"**، "م"
"ويندِيس ماءُ مري، ساري ساموندِين کي". "پ"

(١٢)

**"وَڃَڻَ جي واڻِي"**، مُون وَٽِ ٻيهي نہ ڪريو، "م"
آءُ اَگهين آهيان، **"سورَنِ سجائي"**، "م"
ايذي جدائي، مَتان ڪَريو منهنجا پرين.

---

(١) وڻجارا.

(١٣)

هي سَڄَڻَ سيئي، جي مون ڪوڏَ (١) نهاريا، 
ايندم جان پيهي، **"نہ سَڀِ لاهيندم ڏُکڙا"**. "م"

(١٤)

تان ڪِي لَئج ڪانگ. ڪَڏهن ايندا مان گهرين، 
"سيڻَنِ ڪارَڻِ سانگَ، مون نہ گڻيئي ڪيا". "پ"

(١٥)

سِڙهَ سُڃاڻيو چوءِ، سامُونڊِي آئيا، 
"مانَ منهنجو هوءِ، جاني رِهنَ جَهازَ ۾". "پ"

(١٦)

بَنْدُرَ ديسان دَيس، **"مُلهہ نہ وارئين** (٢) **"**. "م"
"فقيرائي ويسَ، اَمُلَ ڏين اَڻَ توريا". "پ"

(١) خوشيءَ سان. (٢) واري جي ذرن تي.

# (٦) سر سهڻي

وَهَ (١) تِک، واهڙ (٢) تِکَ، جت نيهن تِکَ نِرالي،
جن کي عشق عَميِقَ (٣) جو، سي خِلوَتَ خيالي،
"وارئين سي والي، هينئڙو جَنِ هَٿِ کيو". "پ"

(٢)

واهڙو هن نہ واهَ، "اچا وَهُ اڳي تِيو"، "م"
گهر وينيئون گهٽا ڪريو، "سرتيون سگ سنوان" (٤)، "م"
صُورَتَ جا ساهَڙَ جي، سڀ جي دنيا اُن،
"هوند نہ پليون (٥) مان، گهڙو سڀ ڪهڙا ڪٽي". "پ"

(٣)

"گهَڙي گهَڙو هَٿِ ڪري، چيلهہ بَڌي چوتو"، "پ"
منهنجو من ميهارَ ڪي، "پارِ وچي پهتو"، "م"
"گهوتي ۾ گهوتو (٦)، مونکي مُحبَ ميهار جو". "پ"

(٤)

"گهڙي، گهڙو هٿ ڪري"، الله تهارَ، "م"
جنگهہ جَرڪي (٧) وات ۾، سِسي کي سيسارَ،
چوڙا (٨) بيڙا چڪ (٩) ۾، لڙ ۾ لڙهيس وار،
لکين چُهنيسِ لوهيڙيون (١٠) تيلهون ترنئون (١١) ڏارَ،
"مِڙيا مَڇَ هزارَ، ياڳا تيندي سهڻي". "پ"

---

(١) سير. (٢) نندو وهڪرو. (٣) اونهون درياهه. (٤) دوستي جا دم هڻون. (٥) روڪيو.
(٦) خيال. (٧) وڏي مڇي. (٨) پانهين. (٩) گپ. (١٠) نندي مڇي. (١١) ترن "ماڳ" ڪان.

(۵)

"وَٺَنِ وينا ڪانگ، وَڃي تي ويلا ڪَري"، "پ"
ڳَهَڙي گهڙو هَٿِ ڪري، **"سُٺي سانجهي بانگ"**، "م"
**"سيئي ڊونديي سانگَ"** ⁽¹⁾، جتي ساهڙَ سُپرين. "م"

(٦)

"پاڻَ مَ ڪٽِجُ پاڻَ سين، ريءَ وسيلي وَڏُ"، "پ"
لالَڻ تنين لَڌُ ⁽²⁾، عشقُ جنجي اَڳِ ۾.

(٧)

**"پاڻُ مَ ڪٽج پاڻَ ⁽³⁾ سين"، "وسيلا وسارِ"**، "م م"
لڙ لنگهائي سهڻي! **"پرت وجهنديءِ پارِ"**، "م"
سي تُرت لنگهنديون پار، اُڪنڊ آڳهِ ⁽⁴⁾ جَنِ سين.

(٨)

ڪَرِڳِل ڪوچ ڪُنَ گهڻا، جت دڙڪو منجهہ درياهَ،
اَچيو اُتاهين ڳِهڙي، **"سانگو ڪري نہ ساهُ"**، "م"
"ساهَڙَجي صلاحَ⁽⁵⁾، يار لنگهايس ٻاجهہ سين". "پ"

(٩)

دَهَشَت دور ⁽⁶⁾ درياهہ ۾ **"جِتِ هيبتَ هُلاچو ⁽⁷⁾"**، "م"
ورجي ⁽⁸⁾ وِيرُنَ وچ ۾، ڪاڏي ويو ڪَچو⁽⁹⁾،
"ساهَڙَ جام سَچو، ساڙِي تيندو سِيرَ ۾". "پ"

(١٠)

دهشت ⁽¹⁰⁾ ڏُومر درياهہ ۾، جِتِ سٽاٽا ⁽¹¹⁾ سيسارَ،
بيحدِ باگو ⁽¹²⁾ بَحر ۾، هيبَتَ ناڪ هزارَ،

---

(١) ماڳ. (٢) حاصل. (٣) خودي. (۴) آذار. (۵) سڄائي. (٦) قيرو.
(٧) آواز. (٨) پيچي. (٩) ڪچو دلو. (١٠) تڪ. (١١) خوف.
(١٢) واڳون.

سارِيان ڪانَ سَرِيرَ ۾، طاقت توهان [1] ڌارَ،
"ساهَڙَ ڄامر! ستارَ، سِڪهو رَسج سِيرَ ۾". "پ"

(١١)

دهشت ڏوهر درياه ۾، جت ڪَڙڪو ڪُنُ ڪَري،
توڏي [2] تاڪن وچ ۾، متان ور وَري،
آءٌ ساهڙ منهنجا سپرين، **"پرتئون پير پَري"**، "م"
"هادي! هٿ ڌري، اونهين مان اُڪارئين [3]". "پ"

(١٢)

دهشت ڏوهر درياه ۾، **"جت ڪُنَ جا ڪَڙڪا"**، "م"
سهي ڪين سَمُوندَ جا، مانڊي دِلِ ڌَڙڪا،
ساهڙ ڄامَ! سٽيج ها، فَرِيادِي فقير جي.

(١٣)

**"گهيڙان [4] ڪوي نہ گهور"**، تِڙ تَڪَڙ ڪان نہ لهي، "م"
جنهن کي سِڪَ ساهڙ جي، **"پُوَرِنِ [5] مَتي پُورَ"**، "م"
ڪارِي راتِ ڪُنَنِ ۾، وهن ڪي وهلور [6]،
"جنهن کي ساڻُ پرين جو سور، تنکي ندي ناه نگاه ۾". "پ"

(١٤)

دَهَشَتَ ڏوهر درياه ۾، جِتِ جايون جانارَن [7]،
**"تکو سنڌو سِيرَ جو"**، مَڇُ [8] نہ مَلاحَنِ، "م"
درندا [9] درياه ۾، واڪا ڪيو وَرَنِ،
سجا بيڙا بارِ ۾، هلِيا هيٺ وڃن،
**"پرزو پيدا نہ ٿئي"**، تَختو منجهان تن، "م"
ڪو جو قَهر ڪُنَنِ ۾ ويا ڪين ورن،
"اتي اڻ تارن، ساهڙ! سير لنگهاءِ تون". "پ"

---

(١) توڪان. (٢) سهڻي ڏاچي. (٣) لنگهائين. (۴) گهيڙ ڪان. (۵) بي حساب.
(٦) حيران. (٧) جانورن. (٨) ونجهہ ماپ. (٩) خطرناڪ جانور.

(١٥)

”تِڙ تکڪَڻُ تار (١) رِگهرڻ“ ، اي ڪاٽيارن (٢) ڪَمُ، ”م“
ڏَهَہ ڏَهَہ پيرا ڏينهن ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ،
”عقل مَتِ شرمَ، تيئي نيهن نهوڙيا.“ ”پ“

(١٦)

ڪارا ڪُنُ ڪاري تکي (٣)، ڪاريهَرَ (۴) ڪَڙڪا،
مئي مَتي (۵) مهراڻ ۾، اچن دوبارا (٦) دَڙڪا،
ويندي ساهَڙ سامهان، ڏِسُ جهول جهَڙڪا (٧)،
”ڪِڙڪَنِ (٨) جا ڪَڙڪا“ ، ”سونهان تَنَڙِسِ سيرَ ۾“ . ”م م“

(١٧)

”جِئان وُهي (٩)، تِئا واتَ، ڪَيَرَ پُڇَنِ ڪُوڙيُوں“ ، ”پ“
جَنِ کي سِڪَ ساهَڙَ! جي، ”سي گهيڙَ نہ پڇن گهاٽَ (١٠)“ ، ”م“
جَن کي عِشقَ جي اُساٽَ (١١)، ”سي واهُڙُ پانڻِ وِکَڙي“ . ”م“

(١٨)

هُئِي طالِبِ حَقَ جي، توڙِي لاکُون توڙَ (١٢)،
نَہ مَلاحَ، نہ مَکِڙي (١٣)، ”نَهي بَڌئين نوڙَ“ ، ”م“
”پاڙي پِنئَ بوڙَ (١۴) سُهڻيءَ ليکي سِيرَ جي“ . ”پ“

(١٩)

مَحَبتي مِيهارَ جون، ”دِل اَندَرِ دُونهِيُون،“ ”م“
آڻيو وِجهي آرَ ۾، ”لَهاٽو (١۵)، لوُهِيُون (١٦)“ ”م“
”جي ساهَڙَ! جون سُونهِيُون، سِير سِرارو (١٧) تِرکي“ . ”پ“

(١) تارپاٽي. (٢) ڪاڻ وارين . (٣) رات. (۴) واسينگ نانگ. (۵) مست. (٦) ٻٽيا. (٧) جهڙيون. (٨) وڏن گهندن. (٩) هلي. (١٠) تڙ لنگهہ. (١١) سوزش. (١٢) اصل کان. (١٣) ٻيڙي. (١۴) تانگو پاٽي. (١۵) ساڙيندڙ. (١٦) ٻيڙيون، محبت. (١٧) سنئون رستو.

(٢٠)

"ڇڙن چوري آهيان، سُڪ تي سُمهان ڪيئن؟"، "پ"
ساريان ساهڙ! چام ڪي، "ذَهَ ذَهَ پيرا ڏينهن"، "م"
"ميهار-مَرَڻَ سيئن، "نير [١] پاتم نيهن جا." "پ"

(٢١)

چاهَڪ چڙي، تار تري، آئيو مَتي پيٽَ،
لُڙَ لَنگهيوَن ليٿَ. "ڪَلِمي جي قرارَ سين". "م"

(٢٢)

جياريس سنبيارَ، ڪُهُه ڪريندم ڳڏجي،
وير و تارَ [٢] وجود ۾، "پرين جي پچارُ"، "م"
"سي سڄڻ هون نه ڏارَ، جي هينئڙي ۾ کُلُ [٣] تيا". "پ"

(٢٣)

رِهَنَ پَرَ سيمَ [٤] هوءِ، "ستي سنيارن جي"، "م"
"ڇتُ ڇَڙَنِ چوريو"، ذوقَ تئڙم جوءِ [٥]، "م"
مُحَبَتَ مجاز جي بالله [٦]، پَيَمِ بوءِ،
"وچي روءِ بروءِ، ديکان دوست ميهارَ ڪي". "پ"

(٢٤)

"هن پَر سيمَ هاڪَ" [٧]، ستي سنيار جي، "م"
مَحَبَتِي ميهارَ جي، "ڇڙن چوريا چاڪَ"، "م"
"انهيءَ جي اوطاقَ، وڃڻ واجبُ مون پيو". "پ"

(٢٥)

مَري تان! مَ ميهارَ، "وتاه ولهو [٨] مَه تئي". "م"
وَڃِنِ جي وچارَ، "جو ونگي تئي م وار"، "م"
"ساهڙ مون سينگارُ ماڻهن ليکي مِهٽو". "پ"

---

(١) زنجير يا نيل. (٢) هميشه. (٣) ڳڏجي ويا. (۴) پڌر. (۵) جاءِ، وٿاڻ.
(٦) خدا جو قسم. (٧) تعريف پڌر. (٨) خالي، واندي.

(٢٦)

ميهُون هن ميهارَ جُون، الا سڀ بَچَنِ،
وَچُون جي ڪيرن [1] ۾، سدا تيون سُونهَنِ،
"مونکي ماڙِڪَنِ [2]، تائي هنيون تار ۾". "پ"

(٢٧)

سِڪَڻَ وارن سُترو، جي دَهَشَتَ سان درياهُ،
اوڙَڪَ [3] انهيءَ جو نه رهي، آرَ بِنا ارواحُ،
"ويندي ساهُڙَ سامهون، صدقو ڪنديُون ساهُ". "پ"
جن ڪي حُبَّ انهيءَ جي آهِ، "ساهُڙُ سائي تَنِ جو". "م"

(٢٨)

"ڪَنڌي جَهلِيو ڪانهن، عاشِقُ اُيو آهُون ڪَري"، "پ"
تو ڪيئن "ٻوڙي سهڻي، ٻيلي! منهنجي ٻانهن"، "م"
"درياه توتي دانهن، ڏيندس ڏينهن قِيامَ جي". "پ"

(٢٩)

گهيڙَ لَنگهو گهاري، مِيثاقان [4] ميهار ڏي،
"اَلَسْتُ بِربڪُمَ قَالُوا بَليٰ [5]"، "پَرِ اهائي پاري"، "م"
"ڏِسيو ڏيڪاري، پِرتِ پِريان جو پيچَرو". "پ"

(٣٠)

ڪارِي راتِ، ڪَچو گَهڙو، اُوٺيهَه اُونداهِي،
"چَندَ نالو ناهِ ڪو"، "دَريا، دَڙَ لائِي [6]"، "م م"
ساهَڙَ ڪارڻِ سُهڻي، "آڏِيءَ تي آئي"، "م"
"اِيُ ڪَمُ اِلاهِي، نَتَ ڪُنَ ۾ ڪيرَ گِهڙي؟" "پ"

---

(١) ڪلن ۾. (٢) اڪين ۾ اچي تڪي واري مينهن. (٣) پڇاڙي. (٤) الست جو وعده. (٥) اڳين وعدن تي پڪي رهي. (٦) ڏڏڪو.

(٣١)

سُپريان (١) جي تُرَهي، بُڏِين تو ءِ مَ لَڳُ،
جي ياڻِئين پرينءَ ملاّن تہ پُورَ (٢) اُبَتي وَڳُ (٣)،
"پاءِ تيڏاهين پَڳُ" (۴)، ناهِ جيڏاهين نِجهَرو (٥). "م"

(٣٢)

بوڙين، چاڙهين، مُون ڏٿي، بئي جي دَعوا رَسي نَہ دَمُ،
هِنَ مُنهنجي حالَ جو، ميهَرَ تي مَعلَمُ (٦)،
"رَکُ ٻيلي جو ڀَرَمُ (٧)، جو اوڙ ٻيو اَجهورَ (٨) مِ". "پ"

(٣٣)

سانيارا (٩) سَڏَ ڪِيو، اُيا چونِم آءِ،
هِڪُ تِکوئِي تارِ وَهي، ٻيو لَڙَ لَهِريُون، واءِ،
"سائِي جَنِ اَلله، ٻَجهان (١٠) سي نَہ ٻُڏَنديُون". "پ"

(٣۴)

"اَنگَ (١١) پَسِي رَنگُ ڪِيو"، ڪو جو دوز دِلي، "م"
بَرِبَرِ (١٢) بيلي (١٣) نَہ ڻيو، ڪَچو مَنجهہ ڪِلي (١۴)،
"تَرانِ ڙِتي تارِ گَهڻو، تنهنجي بَحَر! ٻِلي"، "پ"
"سو ميهار مِلي، آهيان جنهن جي آسري". "پ"

(٣٥)

پَڪا رَچَ (١٥) ڪُنيارَ جا، پَڪي نِهائِين (١٦)،
"مُونکي ٽيئائين (١٧)، ٻيلوئي ياڳي ٻيو". "پ"

---

(١) ٻي تي نہ ٻاڙ. (٢) وهڪري. (٣) وچ. (۴) ٻير. (٥) آسرو. (٦) خبر.
(٧) شرم. لڄ. (٨) ڪن. (٩) سامهان. (١٠) يڪ آهي. (١١) لکيو.
(١٢) افسوس. (١٣) ٻيلي، يار. (١۴) نڙائي. (١٥) تانو. (١٦) آئي.
(١٧) تنان.

(٣٦)

سَيَتِ (١) پَچارَ پِرِينءَ جي، سَيَتِ هوتَ حُضُورُ،
"مُلڪُ مِڙيوئي مَنصُورُ (٢)، ڪِهي ڪُهَندين ڪيترا؟" "پ"

(٣٧)

ڪاتِي نَہ ڪانهَن (٣)، نَڪو ڏوهُ قَلَمَ جو،
اَنگُ اُتيئِي لِکيو، "جِتي رَسي نہ بانهَن"، "م"
"ڪنهن کي ڏيان دانهن"، "جِئن قَضا قَلَمُ وهائِيو". "م م"

(٣٨)

رِڏني ڙِيَمِ ڏِينهَن، ڪوهُ جاڻان، ڪِهڙا پِرِينِ؟
"نيڻَ نِرِجي نِيهَن، پَلٽيا پاريون، ڪري". "پ"

(٣٩)

پڇي پاڙي واريُون، ڪوهُ ڪرينديو ڏمر،
ڪاري رات ڪنن ۾، آه ڪاڻيارن ڪم،
"هي هَنذِ ۽ چِمُ، گهوريو مُحُبَ ميهار تان". "پ"

(٤٠)

جئن منايـن ۾ مصـري، تئـن راڳن ۾ تـوڏي،
"ميم" (٤) رکيائين من ۾، تي "الف" (٥) کي اوڏي"، "پ"
"سا لَهرُين ڪِين لوڏي، ميهار! جنهن جي مَن ۾". "پ"

(٤١)

"گهڙو ڀَگو تان گهوريو، ويـنديس تا نہ وَري"، "پ"
"پي پٽنديس پنهنجو"، "تانگهو، تارِ، تَري"، "م م"
ميهارَ ڪان مَري، "پلڪ پاسي نہ ٿِيان". "م"

---

(١) سبب هنڌ. (٢) منصور بن هلاج وقت جو مشهور صوفي. (٣) يعني ظاهري قلم نہ آهي. (۴) محمد مصطفيٰ. (۵) الله تبارڪ و تعاليٰ.

(۴۲)

آڏي راتِ اُٿــي ڪَــري، **"وهمن ڪئي وهلور**[۱] **"**، "م"
**"چوريس چَڙين چت تي"**، **"پورن متي پور"**، "م م"
"جنهن کي گهايَل لڳي گهورُ، تنهن ندي ناه نِگاه ۾". "پ"

(۴۳)

"جا ڪَچي سان ڪَهي[۲]، سا پَڪو پچي نہ سُهڻي"، "پ"
لنگهيو لهر لطيف چئي، تي وچارن[۳] وهـي،
**"لڙيو لهرين وچ ۾، "تي نِڪَرَ ساهُ نهي"**، "م"
لُڙَ لـهريـن لَـسَ ليـتَ ۾، تـي لاڪـي وَرُلَـهـي،
سا ڪِيئَن نيهن نَهي، **"جنهن کي نيهن نِڌو**[۴] **ڪيو."** "م"

(۴۴)

نڪا ڪانهي ڪانهَن، **"نڪو ڏوهُ ڦَلَمَ جو"**، "م"
اَنگُ اُٿي لِکيو، **"جتِ نہ پُهچي بانهَن"**، "م"
ڪَرِيان ڪُوڪُون، ڪِين ڪِي، ڪنهنکي ڏيان ڏانهَن،
پـريـان ڪـيئَـن پـلـن جي، اڳَڙَ اڳيـان آنـهَـن،
"ڪـنهـنکي ڏيـان دانـهَن، قـلم قـادِرَ هَـٿَ ۾". "ب"

(۴۵)

"دَهَشَتَ ڏُومر درياه ۾، جتِ هيبَتَ هوءِ هَڪَلَ"، "پ"
گَـهـڙو گـهـڙي ڪـان اڳرو، ڪـري ويـر پَـهَـل[۵]،
"اَڙَ تَـرَ تـارو ڪـيتـرا، ڪـنبـايا، ڪَـرِڳَلَ[۶]"، "پ"
"تار مَنجهان تَوَڪَل، لـنگـهائج لطيف چئي". "پ"

(۴۶)

"دَرِدَ دَسـي آهـيـان، دَرِدَ مـنـهـنـجو دَس"، "پ"
"ڏک ڏکـي کـي ڏس، سُـکَ نـہ پُڄي سُـهـڻـي". "پ"

---

(۱) پريشان، حيران، عاجز. (۲) واسطو، لاڳاپو. (۳) وچن وارو. (۴) ساٿو.
(۵) زور، ڏاڍائي. (٦) آواز، ڏمچر.

(۴۷)

"جي تون بيت ڀانئين، سي آيتون آهين"، "پ"
"نيو مَن لائين، پريان سندي پار ڏي". "پ"

(۴۸)

تڙان [1] لاءِ طعني، **"متي وَهَ واڪا ڪيو"**. "م"
آئي اوڙاهَ ۾، تنهن درياه ديواني،
"قَلَمَ جي ڪاڻي، نيئي اوليس اولَ ۾". "پ"

(۱) تڻان، هلان، منديان.

# (٧) سُر سارنگ

"آگَمَ اِي نَہ اَنگَ (١)، جهڙو پَسَڻ پرينءَ جو"، "پ"
**"سيڻَنِ رِيءَ سَيَّدُ چَئي، "رُوحَ نَہ رُچَنِ (٢) رَنگَ"،** "م"
"سَهَسين ٿِيا سارَنگَ (٣)، جانِي آيو جُوءِ (۴) ۾". "پ"

(٢)

اَڄُ پِڻُ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪَڪَر تو ڪَري،
وَسايو واٽَڙين تي، تو خالِقُ کَنڌَ (۵)، پَري،
"پاسارِيان (٦) پَري، سانگِ (٧) مَ وَڃَنِ سُپِرين". "پ"

(٣)

سارَنگ سِينگاري، **"وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون"،** "م"
مُونکي ڪِوڻِ خُوش ڪيو، جا ڪَڪَرَن ۾ ڪارِي،
"جُهڙَن جهُونگاري، لاٿِم ڪَتُ قُلُوبَ تان". "پ"

(۴)

مِينهان (٨) ۽ نِيهان (٩)، ٻئي اَکَر هيڪَڙي،
"جي وَسَڻ جا ويسَ ڪَري، تہ ڪَڪَرَ ڪَن ڪِينهان (١٠)"، "پ"
"بادَ ٿي بِيهان، جي آگَمَ اَڃَڻَ جا ڪَرين". "پ"

(۵)

ڏَٺِ ڏُرِي پَٽِ پيئُون، وِڄُنِ ڪِيو واڄو،
پَکي پنهنجي پِرينءَ ليءِ، **"سِڀِي ڪَرساڄو"،** "م"
"سَڄَڻُ سَباجهو، پيچ پِنِيءَ (١١) گهر آئيو". "پ"

---

(١) چِٽ ڪڪرن جون شڪليون. (٢) وڻن، پسند پون. (٣) جهڙ. (۴) جاءِ. (۵) ملڪ. (٦) پاسي مان. (٧) ڪنهن ڪم. (٨) مينهن. (٩) نيهن. (١٠) ڪيهان دانهون ڪوڪو. (١١) پرهہ ڦٽي.

(٦)

مُنڌَ تي منڌي [١] وجيا، ڪي اوهيڙَن [٢]، اوڪَ [٣]،
"جا جَرِ [٤] تِي جَنُ ۾، "مِينهُيون جَري موڪَ"، "م"
سَرَهَيُون تِيُون سَنگهارِيُون، پويو [٥] پائِنِ طوقَ [٦]،
ميها چِيڙَ ڦُنگِيُون [٧]، جتِ تِيَنِ سَيئي توڪَ،
"لاهِئيني مَتان لوڪَ، ڏولائِي جا ڏينهَڙا". "پ"

(٧)

ڏَتِ ڏُرِي پَتِ پيتيون، تِيا وَلهارين [٨] وِيَ،
"شَمسُ [٩]، قَمرُ [١٠] نه پاڙِيا، سيڻَنِ جِي شَيهَ". "پ"
"جي جاڻي اَندَرِ جيءَ، سي پرين پيهي گهَرِ آئيا". "پ"

(٨)

محبت جي ميدان ۾، "سِرِ جو سانگُ [١١] مَ ڪَرِ"، "م"
لاهي سِر لَطِ ٌ جَئي، آڳيان دوستن ڌَرِ [١٢]،
"عِشقُ نانگُ اپر [١٣]، خَبَرَ ڪاڏَنِ ڪي پَوي". "پ"

(٩)

موتِي ماندائِ جي [١٤]، "واري ڪيائِين وارَ" [١٥]، "م"
رِجُون وَسَنَ آئِيون، چوڏِسِ ۽ چوڌارَ،
ڪي اِتي وِئيُون، اِستَنبُولَ ڏي، ڪِنِ مَچيا مَغربَ [١٦] پارَ،
ڪي چِمڪَنِ چِينَ تي، ڪي لَهَنِ سَمَرقَند ڪندين سارَ،
ڪي رَمِي [١٧] ويون رُومَ تي، ڪي ڪابُل، ڪي قندهارَ،
ڪي دِهلي، ڪي دَکنِ، ڪي گَڙُ [١٨]، متي گِرنارَ،

---

(١) هڪ ساز. (٢) ڪڪرن. (٣) وسڪارو. (٤) چڪ. ڍوري. (٥) ناهيو. (٦) ڳٽ، هار. (٧) ڪنبيون، سرڪاريون، شيون بيحد. (٨) ولرن، گهڻن. (٩) سج. (١٠) قمر، چنڊ. (١١) خيال، ويچار. (١٢) رک، سٽ. (١٣) گهٽو، زياده. (١٤) جهڙي ڦڙي. (١٥) پيرو، حملو. (١٦) اولهه. (١٧) رڙهي هلي. (١٨) گجگوڙ ڪرين.

ڪي ڄُڻِپي جيسَلمِيرَ تان، ڏِنا بيڪانيرِ، ٻڪارُ[١]،
ڪَنهِن پُڄُ پڄايو، ڪنهِي ڍَٽَ مَٿي ڍارَ[٢]،
ڪَنِ اَچي عُمَرَڪوٽَ تان، "وَسايا وَلهارَ[٣]"، "م"
"سائِيم سَدائِين، ڪَرين مَٿي سِندُ سُڪارَ"، "پ"
"دوستَ تُون دِلدارَ، عالَمُ سَڀُ آبادِ ڪَرين". "پ"

(١٠)

وِجُون وَسَڻَ آئِيُون، ٻَهَہ ٻَهَہ[٤] ٻَڌائون ٻوڙَ،
اَنَنِ جا عالَمُ ۾، ڪَرَن اندر ڪوڙَ[٥]،
"سارَنگَ لاٿي سوڙَ، ساندَهِ سُهائِيو[٦] ٿِيو". "پ"

(١١)

"ڪانڌ تنهنجي پانڌَري، سيءَ مران سڀ راتِ"، "پ"
ڪامل ڪپاهن ۾، "جهپ[٧] نہ اچي جهاتِ[٨]"، "م"
"اچين جي پِريات، تہ آءُ سيءُ نہ سارِيان". "پ"

(١٢)

عاشِقَ، مَعشُوقَنِ جِي، وَنِي ويهُہ ڳَري[٩]،
رِجَمَ وِرچي[١٠]، چِڏِين دوستَ دري،
"ڏِيندا ٻُڪي ٻاجهَہ جي، ويندءِ نپ[١١] نري"، "پ"
"اسان تان نہ سري، توکي سري سيرين". "پ"

(١٣)

هَرهَر[١٢] هرائي، وَجِڻُ درِ دوست جي،
پاڙي ڏانهن پِرينءَ جي، اجهہ[١٣] م اوائي،
الَڙُ[١٤] تي اَچَ م تون، واتاڙن وائي،

(١) ملڪ جو. (٢) لاڙو، وسڪارو. (٣) وارڏڻ. (٤) واه واه. (٥) ڍير. ڍڳ.
(٦) سوجهرو، روشني. (٧) ننڊ. (٨) اصل مور. (٩) ڳلي، گهٽي. (١٠) متان.
(١١) زخم، ڦٽ. (١٢) گهڙي گهڙي. (١٣) وچ. (١٤) اڻ چاڻ.

كائينداءِ لطيف چئي، سوران [1] سرهائي،
"پ" "ڳُجهو ڳالهائي، پِرتِ وَتجي پاڻَ ۾".

(١٤)

"پ" "هُو چَونئي تُون مَ چَؤ، واتان ورائي"،
"پ" "اَگِ اَڳرائِي جو كَري، خَطا سو كائي"،
"پ" "پاند ۾ پائي، ويو ڪِيني وارو ڪِين ڪي".

(١٥)

"م" **"مُندَ تِي مَندَلَ [2] وَرِچيا"**، موتِي آيو مِينهُن،
اُبون [3] كَكَر كديون، سَرِلو سَچو ڏينهُن،
وَتو آهي وَڏَڦُڙو، اجا وَسندو كيئن؟
"پ" "مُون پِريان سين نيهُن چِتَڻَ كارڻ نہ كيو".

(١٦)

"م" اوچِڻ [4] گهرجي آجكو، **"جُهوپو سَهي نہ سِيءُ"**،
سٽائيج [5] سُوَڙَ كي، حال منهنجو هيءُ،
"پ" "اَڱڻ آيو تيءُ، تہ ڊوليا كنهن ڏِنگ تيان".

(١٧)

"م" چَن [6] چِڏي، پٽ پئو، **"سَمَر سنباهي"**،
"پ" "وَهو هہ لاهي، آسرو اللهَ مان".

---

(١) سورن. (٢) سرمند وڄائڻ جو ساز. (٣) پاڦون، دونهون، ككرن جو دونهون.
(۴) پائڻ وارو كپڙو. (۵) مهربان، ٻاجهارو. (٦) منهہ، چپر، ڍنڍ، ڍورو.

# (٨) سر ڪيڏارو

سَختِي شَهادَتَ جي، نِسوروئِي نازَ،
"ڪي رِندَ پَرُوڙِنِ رازَ، قَضيي (١) ڪَربَلا جو". "پ"

(٢)

چارِ تَراريُون چيلهه سين، ٻَڌي ٻه ياڳُون، "پ"
اَڳِيَن جُون آڳُون، ڪَونئر ڪِلي ۾ موڪِيُون.

(٣)

"جهيڙو لاه يَزيد"، عَلي جي اولادِ سين، "م"
"سا نَه پسندين عيد"، جا هُوندي مِيرَ حُسينَ جي. "م"

(٤)

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا جنُگُ جُوانَ،
ڌَرتِي ڌُبي لَرزي، ٿَرتِلِيا (٢) آسِمانَ،
"ڪَرِه (٣) هُئي ڪانَ، هو نَظارو نيهَن جو". "پ"

(٥)

ڪامِلَ ڪَربَلا ۾، آئِيا اَڄُ اَمِيرَ،
ويهي ويرِيُنِ (٤) سامُهان، "تِکا هَنياءِ تِيرَ"، "م"
"هُئي اِنئن تَقدِيرَ"، اَصل (٥) اِمامَنِ سين. "م"

(٦)

ڪُوفِي ڪَربَلا ۾ "پاڻِي نَه پيارِينِ"، "م"
اُتي عَلي شاهَ ڪي، شَهزادَه سارِينِ،
"نِڪِريو نِهارِينِ"، چَڙهُ مِيرَ مُحَمّدَ عَرَبِي. "م"

---

(١) واقعہ. (٢) ڏڪيا. (٣) ويڙهه، جنگ. (۴) دشمن. (٥) منهن ڪان.

(٧)

ڪُوفِيُنِ ڪاغَذُ لِکِيو، "وِچ وِجهـي اَلله"، "م"
اَسِين تابِعَ تُنهِنجا، تُوِن اسانجو شاهُ،
هيڪَرَ هيڏي آءُ، تہ تَختُ تابيني (١) تُنهجي.

(٨)

ڪِلي ويرَ ڪَتَڪَ ۾، "سائو (٢) سَبِ نہ هونِ"، "م"
"پِڙَ تي سيئِي پُوَنِ، موتِڻُ جَنهِين مِهڻو". "پ"

(٩)

"گهوڙَنِ ۽ گهوٽَنِ، جيئڻَ تورا ڏِينهَڙا"، "پ"
"ڪَڏِهن مَنجهہ ڪوٽَنِ، ڪَڏهن راهِي رَڻَ جا". "پ"

(١٠)

ڪاري ڪَڪَر، هيٺِ، مُون جهيڙِيندي چِڙيا،
ڪارا ڪُندَ (٣)، هَٿَنِ ۾ اَڙولَ (٤) وَچيڙا هيٺِ،
"تي تِنهين سين ڏيٺِ، موٽَڻُ جنهِين ميهڻو". "پ"

(١١)

حُرّ هَلي آئِيو، مانجهي مَردانو،
آهي عاشِقُ اَڳِ جو، پَتَنگُ پَروانو،
مانَ راضِي ٿِئي رَسُولُ رَبّ جو نَبِي تو نانو،
"هِي سِرُ سمانو (٥)، گهوٽَ مَتان ٿي گهورِيان". "پ"

(١٢)

گهوڙو گهوٽَ پَلاڻِيو، مَٿِس زِينَ ڏَري،
عَلي شيرُ پُٺَنِ ڪي، "اَيو سَڏَ ڪَري"، "م"
"قَضا ڪيئن ٽَري، جِئن اَمرُ اِلاهي آئِيو". "پ"

---

(١) فرمان ۾، حوالي. (٢) پهلوان، جوڌو جوان. (٣) گرز، نيزا. (۴) ڪَڏٺا، ٽمندڙ. (۵) مان وارو، عزت ڀريو.

(١٣)

"مُنهن مَٺان هان جن جا"، "سي پِرِين ڪَڏِن پارَ"، "م م"
جيڏِيُون هِنَ جهُونجهارَ، "سَڀِ اُجاري اَچا ڪَيا". "م"

# (٩) سر سسئي آبري

"پيءُ پيالو اُجَ (١) جو، اُجَ سين اُجَ اُٿيار"، "پ"
"پِرِهُون پاڻَ پيارِ، تہ اُجَ سين اُجَ اُجهايان". "پ"

(٢)

"ساجَنَ كارڻِ سُجَ، مَرُ قَبُولي سَسُئي"، "پ"
"اَندَرِ جَنِين اُجَ، پاڻِي اُجِيو اُنكي". "پ"

(٣)

"پاڻِي مَتي جهُوپَڙا، مُوركَ اُجَ مَرَن"، "پ"
"ساهان اوڏو سُپرين، لوچي (٢) تان نہ لَهَنِ"، "پ"
**"دَمُ نہ سُڃاڻَنِ"، "دانهُون كَنِ مُنَنِ جِئَن".** "م م"

(٤)

"لَڳي كوسو واءُ، لوكُ مِڙوئي لُهَسيو"، "پ"
اُبَنِ (٣) مَنجهان آئِيو، **"هَيءِ هَيءِ جو هُڳاءُ (٤)"**، "م"
طَيُورَنِ (٥) تَنواريو، پُنُهُونءَ پڃاڻاءُ،
رَهسيو سورُ شَبانَ (٦) كي وُحُوشَنِ (٧) وَتاءُ،
مِرُوئَنِ موتُ قَبُوليو، اَپَرِ افسوساءُ،
"بَرَپُڻُ كَنِ بُكاءُ (٨) اُكَندِيا آرِي لَيءِ گهٽو". "پ"

(٥)

اوڏي عَزازِيل كي، ويجهو تان م وڃيج،
"نا اميدي نِيج، تہ اوڏي تنئين اميد كي". "پ"

---

(١) سڪ، محبت، چاه. (٢) ٻُولي. (٣) آسمانن. (٤) آواز، آهنگ. (٥) پکين.
(٦) ڏنار، ڏڻ وارا. (٧) جانورن. (٨) بُكا، روج راڙو.

(٦)

"پَسي ڏُونگَرَ ڏاهَ (١) جَمِ هَلَڻَ ۾ هيٺي وهين"، "پ"
لائجي (٢) لَڪَ لطيف چئي، پني ڪيچن ڪاهِ،
پچي پورج (٣) سَسئي، بلو چاڻي باهِ،
انَ وَڙائتي (۴) وَرَجي، **"اَسَرَ هَلِڻَ لاهِ"**، "م"
"اڪنئون اوڏو آهِ، سو پرين پَرانهون مَ چَوءِ". "پ"

(٧)

واقِف نہ وَٽڪار (۵) جي، اَگُ نہ ڏيہ ڏنومِ،
"ڏُونگَرَ ڏورايَن سِين، ڪاتِي ريءَ ڪُنومِ"، "پ"
"جيلان مُحَبَ منوم، تيلان چَلون (٦) ڪريان چِيرين". "پ"

(٨)

واقِفِ نہ وٽڪار جي، **"پاٺي ڪَنيمِ نہ پاءُ"**، "م"
جَبَل جَلدايون (٧) ڪري، **"تِڪَ ڏيکاري تاءُ"**، "م"
لَگِنِ لَڪون لطيف چئي، مَعَذُوَرن (٨) متاءُ،
"اُتي آڏو آءُ"، جِتِ هوتَ هيڪلي آهيان". "پ"

(٩)

"وجين چو وَٽڪار؟ هِتِ نہ ڳولئين هوتَ کي"، "پ"
لِڪو ڪِين لَطِيفُ چئي، پاروچو پئي پارِ،
"تي سَتي (٩) بَدُ سندِرو، پرتِ پُنهُون سِين پارِ"، "پ"
"نانئي (١٠) نيڻ نهارِ، تو ۾ ڏيرو دوست جو". "پ"

(١٠)

**"ويچاري وَٽڪار"**، اَگُ نہ ڏِنو هو ڪڏهين، "م"
"مِهرَ نہ هُئي ماڻهين، هو سڀ هندوڪار "(١١)،
"جَتُ ڪيائين يارُ، سورن ڪارَڻِ سَرتيون". "پ"

(١) وجهہ، موقع. (٢) لتاڙي، ڳاهي. (٣) هلج، وک وڌائج. (۴) ڳتن واري، ناتي واري. (۵) لس پيلي وارو جهنگ. (٦) تپا، تينگ. (٧) تکيون، تيزيون. (٨) ضعيفن لاچارن. (٩) ستيا واري، ايماندار. (١٠) نمائي، آزي. (١١) قبرستان، مقام.

(١١)

وَري پُڇُ ويڻَن کي، سَندا پُنهونءَ پارَ،
"ساجَنَ سَبَ جِمارَ، ڏُکي! ڏورِج ڏيل[1] ۾". "پ"

(١٢)

پر گهران[2] پاسو ڪري، پُڇُ پرِيان کو پاڻُ؛
"سو تان توهين ساڻُ، جَنهن لاءِ جَفائون ڪرين". "پ"

(١٣)

وَڃو سَڀ موتي، اَئين جي وَرَنِ واريون،
ڪانَ هلندي ڪيچَ ڏي، ڪريو مَ ڪوتي،
"ڪَڍيمَ ڪاڇوتي[3]، وِڌَمِ جوڳُ جَتَنِ لي". "پ"

(١٤)

"پُڇين تون پاريچ، پارِڻَ پوءِ پُنهون تي"، "پ"
"بولَ مَ وساريچ، هوجي ڪيءِ هوتَ سين". "پ"

(١٥)

**"وَيو جاڳائي جَتُ"**، ويري تنهن وِلاتَ جو، "م"
"سندو سورَنِ خَطُ، ڏِنمِ هوتَ هَتَنِ سين". "پ"

(١٦)

"موٽَڻَ جي مَصلِحَتَ، مونکي ڏيو مَ جيڏيُون"، "پ"
نِهارِيندِيَسِ نڪري، آرِياڻي اَلبَتِ،
ڪَنديَسِ اوتَ[4] ان جي، **"لڪِن ڏئي لَتَ"**، "م"
سَرِتيُون! شرِيڪَتَ[5]، آءِ ڪيئن آڳن[6] سين ڪريان.

(١٧)

"ڪافا[7] ڪاهيندياس، موٽان تان ڪر[8] مِهٽو"، "پ"
"بانِهي باروچَنِ جي، سَگَ نہ ساهيندِياسِ"، "پ"

---

(١) بدن، اندر. (٢) پرائي گهر ڪان. (٣) لانگوٽي. (۴) تلافي. (۵) برابري، هڪ جهڙائي، شامل تيڻ. (٦) آقائن، مالڪن. (٧) ڪوه ڪاف جبل. (٨) ڪتنب، قبيلو.

"اَلْفِرَاقُ اَشَدُّ مِنَ الْمَوْتْ" (١) هِتي نہ هونداسِ،
"پ" "آهَ (٢) نہ لاهيندِياسِ، جيئري جُتُ ڏسي مَران".

(١٨)

"پ" "پينَرُ آءُ پوري، مون سَگ سُڃاڻي نہ ڪيو"،
"م" ڏيندا مون ڏيرَ ويا، "جهجَهِ ۽ جهورِي"،
"پ" "لَڳي جَنِ لورِي، ڏونگَرَ سي ڏورِيندِيُون".

(١٩)

"م" "هَڏِ نہ ساهُ سُڏِير"، دِلِ دَرماندي (٣) دوسَتَ رِيءَ،
"پ" "پائي ويا پِريتِ جو، زوراوَرَ (٤) زنجيرَ"،
"پ" "جيءُ، جُسو، جاڳيرَ، هاڻي مِلِڪ هوتَ جي".

(٢٠)

"پ" "پئي تي پيمالَ (٥)، سا مَري نہ جِئي"،
بُري هِنَ پَنيورَ سِين، هَڏِ نہ ڳَرهي (٦) حالَ،
"م" لالَنِ جو لَطِيفُ چئي، "وِساري، نہ وِصالُ"،
"پ" "بُري ڪجاه (٧) پالُ، هي ڏاهَ (٨) ڏوريندي ڪيترو؟"

(٢١)

"م" "ڏورِ مَ تون ڏوريج"، صبر مَ سَڃئي،
"م" پُرَڻُ چڏ پرين سين، "وِهَڻُ وِساريج"،
"م" سُڪَنِ ڪاڻِ سَيّد چَئي، "لاڳاپا لاهِيج"،
"پ" "هنئين ساڻُ هَليج، تہ پَندُ پاسي پَرَ نبري (٩)".

(٢٢)

هيڪِلائي هاڻ، پورِيندِيَسِ (١٠) پُنهُونءَ ڏي،
"م" ڪنديَسِ ڪوهِيارِيَل سين، "رَچِي (١١) رُوحَ رِهاڻ"،

---

(١) وڇوڙو موت کان بہ وڌيڪ سخت آهي. (٢) اُميد. فرياد. دانهن. (٣) پريشان. (٤) ڏاڍا، زور وارا. (٥) لتاڙيل، ڳاهيل. (٦) اوري، ڇوري، (٧) ڪجو. (٨) ٻانهي، واسي، گولي، مڇ. (٩) پورو ٿي. (١٠) هلنديس. (١١) خوش ٿي.

رُلي، پُلي چيرين، ڪَنهن پَرِ لاهِيان ڪاڻِ [1]،
"آهيان گهٽو اَجاڻ، پَرَ سورُ پريان جا ساڻُ مون". "پ"

(٢٣)

"آءُ اوراهون سپرين، "ڏُکي ڏيج م ڏاگهہ [2]"، "م"
"وَتِ چڏي مون واگهہ [3]، آرِي وُئين عِشقَ جا". "پ"

(٢٤)

"ناهِ جمعَيتَ جان کي، هوتَ پُجاڻا هِتِ"، "پ"
پُنهون جي پِرتِ، "ساءُ چکايم سِکَ جو". "م"

(٢٥)

سَنڌيون سورَ ڪرين، "هَڏَ پُڻُ ڏُکَنِ هوتَ ليءِ"، "م"
پرين جي پاڻَ ڏنا، "سي سُتي سُکُ نہ ڏين"، "م"
جي ماڙهن کي مارين، "تن سورَنِ کي سَڏُ ڪريان". "م"

(٢٦)

"پاٺي مَتي جهُوپڙا، مُورَکَ اُجَ مَرَنِ"، "پ"
"ساهان اوڏو سُيرين، اوچيتا ن [4] نہ لَهَنَ"، "پ"
"دَمُ نہ سجائِنِ"، داتهُون کَنِ مُنَنِ جِتَن. "م"

---

(١) عيب. (٢) ڏنبي، داغ. (٣) چيتو. (۴) ڳوليندي، ووڙيندي.

# (١٠) سر معذوري

"هَلندي هوتَ پنهون؛ ذي، کهجَن (١) کي کوتيون (٢)"، "پ"
"پاهڻ تن پت تئي، جي ليءِ لالَن لوئيون (٣)"، "پ"
"سپ سَهيليوُن سڀڪ کي، چنجهون ۽ چوئيون (٤)"، "پ"
"بانيڻ تي پوتيون، تہ ڪُتا ڪنيئي ڪيچ جا". "پ"

(٢)

"سَپ تنگيوُن تي رِڪرو، لالَچ چڏي لوپَ"، "پ"
"سُپريان رِسين سوپ، تنڊوُن ڪندي نہ تئي". "پ"

(٣)

"لائي (٥) خنجر "لا" جو، هن خچر کي هڻ"، "پ"
"سَڏَنِ جو سيّد چئي، وَتون سَپَ وڪڻ"، "پ"
"پيرَ پروُڙي کَڻُ، تہ هَلَڻُ مِ هوري (٦) وَهين". "پ"

(٤)

"هورَه هاڙِهو لنگهيو"، تي جريدي (٧) جاءِ، "م"
"هوندَ جنهين کي هوءِ، هوتَ نہ هوندو تن کي". "پ"

(٥)

"ڪَندا مُون بيرَن مِ، سوئي نَڪ لَگَنَ"، "پ"
"اڳُر اڳوسي نہ مڙي، چيون پيرُ چڻَن"، "پ"
"ويندي ڏانهن پرينءِ، جُتي ذات نہ پائيان". "پ"

---

(١) تکين. (٢) کوڙيون. (٣) رليون. (٤) بخيل. (٥) تکو کري.
(٦) هلکي. (٧) اکيلي.

(٦)

"اَجلان اڳي سسئي، مُنڌ جئريائي مَرُ"، "پ"
"ٿوليان (١) تنهن مَ ٽر، جنهن روحُ وڃايو راهَ ۾". "پ"

(٧)

"جٽيا اڳي جي جيا، جُڳ جُڳ سي جِيَن"، "پ"
"اوءِ موٽي ڪين مَرنِ، مرٽا اڳي جي مُئا". "پ"

(٨)

**"توٽي ولاڙون (٢) ڪَرئين"**، توٽي هلين وِکَ، "م"
"لِکئي مَنجهان لِکَ ذَرو ضايعَ نہ ٿئي". "پ"

(٩)

"لِکيو جو نِراڙَ، سو اَنگُ رِکياڙ نہ ٿئي"، "پ"
"پاڙيو وينِي پاڙِ، جيڪي لالَڻَ لِکيو لوحَ ۾". "پ"

(١٠)

"جتي جيتريون، لکيو لوحَ قَلَمَ ۾"، "پ"
"تِتي تيترِيُون، گَهڙِيُون گهارِڻَ آئِيُون". "پ"

(١١)

ڏُکي ڏورڻ پاڻتي، ويچارِي وِڌو،
"ڏيل جنهن جو ڏک سين، سيوئي سڌو (٣)"، "پ"
**"هَٿڙِسُ اَڳُ لَڌو، پوءِ ٿي ڪري پنڌڙا"**. "م"

(١٢)

"جانڪي ميڙ مُني ڪي، جانڪي مُني مار"، "پ"
"ڏُکي ڪي ڏيکار، هيڪَرَ هوتُ اَکِيِنُ سين". "پ"

(١٣)

"ڏکي سندِيُون ڏُونگرين، او چنگارُون اُچَن"، "پ"
**"هُٿي سانگَ سَسئِي ڪي"** ڪَلو (٤) ڪيو ڪيچَين، "م م"
"جي هٿان هوتَ مَرَنِ، هوت تنهي هنجَ ۾". "پ"

---

(١) جماعت ڪان. (٢) ڊوڙون. (٣) ڪباب ٿيو. (۴) جهيڙو ڪيو.

(١٤)

"ڪوجو وَڏي وَڏَ، جئن وَڻَ وَڍيائِين وَڏسين"، "پ"
"ڏُکَ ڏُکيءَ کي ڏَڏَ [1]، جَنِ ڏني سي ڏُکيا ٿيا". "پ"

(١٥)

"ڏُکي توءِ ڏُکارِ، توٽي وَسَنِ ميڻهَڙا، "پ"
صاحِبَ هَٿِ سُڪارُ، هُن وَسِ آهين هٿڙا [2]"،

(١٦)

آءُ نہ گُڏي پرينءَ کي، **"پويون ٿيو پَساهُ"**، "م"
**"سِڪان رِئي سڪرات ۾"**، **"رويو پُڇان راه"**، "م م"
شَلَ مَ وَڃيم ساهُ، **"ڏاران پَسَڻَ پرينءَ جي"**. "م"

(١٧)

آءُ نہ گُڏي پرينءَ کي، عُمر تان ويئي،
**"ڏُکي ڏينهن وڃائيا"**، سرتيون سيئي، "م"
**"پيري ۾ پيئي"**، **"اَکِيُون آري ڏي ڪٽي"**. "م م"

(١٨)

**"رُڃَنِ ۾ رُڙي ٿي"**، ڪر چُتون جي چُونگارَ، "م"
"اي عِشقَ جا اُبار [3]، نعرو هڻُن نيهن جو". "پ"

(١٩)

**"ڏُکا ڏونگرَ لاهِ"**، **"اگ مئي آهيان"**، "م م"
آريائي سِين آهِ، "ذاتي سَگ ضَعيفِ جو". "م"

---

(١) آٿت، آسرو. (٢) دعا لاءِ هٿ کڻڻ. (٣) پڪار، يا نعره.

# (١١) سر ديسي

"مُنِيَس! جَهلِ مُهارَ، کُنيَبِ! کاوِ م کرهو (١)". "پ"
مون نماڻي جي نِجهري (٢)، **"پيرو ڪَجُ پِتار"**. "م"
ساجَنَ اوهان ڏارَ **"ڏِنَمِ ڏينهن ڦَيَامَ جا"**. "م"

(٢)

ڏاگَهنِ، ڏيرَن، ڏونگرَن، ڏِنهنِ ڏِنَمِ ڏکُ،
"سي سَپِ پانيمِ سک، هيڪاندي (٣) کارِڻ هوتَ جي". "پ"

(٣)

ڏاگَهنِ، ڏيرَن، ڏونگرن، **"ڏُکَنِ آءٌ ڏَدي"**. "م"
"پُڇان پيرو پُنهونءَ جو، وِجهان وِکَ وَدي"، "پ"
"لکيئي آءٌ لَڏي، ناتہ پتن ڪيرُ پند ڪري؟" "پ"

(۴)

"ڇاجي ڏنگا ڏيرُ؟ منهنجو ڏينهُن ڏِنگوم ٿئي"، "پ"
اُنَن ۽ اونيٺڙن جي، **"ڇا وَهِيٺو ويرُ؟"** "م"
"هي ڪميٺي ڪيرُ؟ جا اُمُرَ کي آڏي ٿري". "پ"

(۵)

"ديسي سيڻَ ڪَجَن، پرديسي ڪهڙا پِرين؟" "پ"
لَڏيو لاڏوٺا ڪيو، پنهنجي ديسِ وَڃن،
"پُڇاڻا پِرين، ڪجي بس پنيورَ ڪان". "پ"

---

(١) اٺ. (٢) جهوپڙي. (٣) ملاقات.

(٦)

هي جي آيا هيرَ [۱]، سي مون اُڳ نہ ڏِٺا ڪڏهين،
آءُ ترِسان، هُوتَڪِڙا، **"پَٽِ نہ لاهين پيرَ"**، "م"
پنوليس برن ۾، پَسي پيندين [۲] پيرَ،
آءُ آرياڻي! اُسري تي واهُرَ جي ويرَ،
"هي ڪَميٽِي ڪير؟ تون پارَسُ رَسِجُ پَٽَ ۾". "پ"

(٧)

"لڏيندي لِباسُ [۳]، جُتَنِ جيڏوڻي ڪيو"، "پ"
اَچي آريءَ ڄامَ جو، **"وَهَ وَهَ مَنجهان واسُ"**، "م"
"مِرون ڪيئنمِ ماسُ، هَڏَ هلندا هوتَ ڏي". "پ"

(٨)

"بَرُ وَڏو، بارُ گَهڻو، ويجهو نہ وَڻڪارُ"، "پ"
ليڙَنِ جو لَطِيفُ چئي **"ڪَنيو مُند مَدارُ"** [۴]، "م"
"وَٽندن تہ وَڙُ ڪندا، نہ تہ اُڳيَن جو اِختيارُ"، "پ"
"ڪاڏي تيو ڪوهيارُ، ڪاڏي ٿي هَٿَ ڪَٽي". "پ"

(٩)

"ڪيچان اوري ڪيتريون، معذوريون ميُون"، "پ"
واتُون ويهَہ ٿيون، ڪُہَ ڄاڻا ڪيهي ويا". "پ"

(١٠)

ڪيچان آيو قافلو، ساٿَ ڏٺي سَرِوانُ [۵]،
"وارَ وَڏي واڳون ڪيا، پوان هوندِ پَلاڻَ"، "پ"
"جهڙو پُنهُون پاڻ، تهڙي سِٺَا [٦] ساٿَ جي". "پ"

---

(١) هاڻ. (٢) ڏڙن، ڍڳن، وڪڙن. (٣) ويس. (۴) ذمون. (۵) اوٺي، اڳير هلڻ وار. (٦) بيهڪ، جوڙجڪ.

(١١)

ڪيچان آيو قافلو، طرح موچاري توڙ [١]،
سينگارياءِ سيّد چئي، ڪَرِها منجهان ڪوڏ،
"لَڪَ لَهي تي لوڏ، جيجان تن جتن جي". "پ"

(١٢)

جهوڙا جن جهلن ۾، هيري لک هزار،
لَڳا واٽَ وَٽَنِ جا، پُنهونءَ ڪي پالارَ [٢]،
آن ڪي ويندا گڏيا، اهڙي ست سوار،
"لنگهي ڪالهہ قَطارَ، تون اوني اَڄُ نهارئين". "پ"

(١٣)

"ڪاڏي مُنهن مَڪِران جو، ڪاڏي ڪيچ تيو؟" "پ"
هَهِڙو سات ينيور تان، ڪڏهين ڪونہ پيو،
**"ڪوهيارو ڪام [٣] هٿي"، "چوري چِتُ ويو"،** "م م"
"جنهين جَتَ رِنيو، تَنِ اُتن گهوري آهيان". "پ"

(١٤)

"برهَ متايس [٤] برو، نہ تہ سکي ڪير سَدون ڪري؟" "پ"
**"گهٽو ڏوريائين ڏک سين"، "ڏيرن ليءِ ڏونگرُ"،** "م م"
"وري آيس وَرُ، سَفَرَ مئي جا ساب پيا". "پ"

(١٥)

پريتن جي پاڙي، جاڙَ گُذارِيم جيڏِيُون،
جنهين مونکي ماريو، **"سورَنِ سين ساڙي"،** "م"
"اِرادي آئي، سانگِيئُ [٥] سين سَگُ ڪيو". "پ"

---

(١) رفتار، هلت. (٢) تاريون، تامون، پن. (٣) جادو، سحر. (٤) قبول ڪرايس. (٥) مسافرن.

(١٦)

"سَمُرُ جنهين سان، هوتُ رِحمائتي (١) تُـن جو"، "پ"
"**ڪري چيچ** (٢) **چَپَرَ م**"، پنهون ايندو پانُ، "م"
"تيندي ريجهه رِهاڻ، لَحظي مَنجهِ لُطيفُ چئي." "پ"

(١٧)

آڏ تِـرچا (٣) آهـڙا (۴) ڏونگـر ڪـي ڏاڪـا،
ڪيم آه عَجيب ڪي، سِڪَ منجهان ساڪا،
پيئي هتيڪي هوت ڪي "**ڪوڪ وڃي ڪَن ڪا**"، "م"
"منهن جي وَس واڪا، بڌڻ ڪم بروچُ جو." "پ"

(١٨)

"سڪي جان سُتياس، تان سِڪَ سُمهڻ نہ ڏي"، "پ"
"جاڳي سُتيَس جن ليءِ"، سي آيا تان نہ اُٿياس، "م"
"پينَرُ آءٌ پُليياس، نہ تہ سِڪَ سُمهڻ چا لڳي"؟ "پ"

(١٩)

"پَنيي (۵) رِهنَ پَنيورَ م، وِهَڻُ وِهُ تيوم،" "پ"
"**متيون** (٦) **موتڻ سنديون**"، ڪاڪيون ڪيم ڏيوم، "م"
"سَرِتيون! ساهُ سندوم، تيو حوالي هوتَ جي". "پ"

(٢٠)

"جَتان شال جيو! جيئو تان، جاڙوَن (٧) ڪَريو"، "پ"
بانيڻ ڪي بَروچَ ري، "**بيلي** (٨) **ناهِ بيو**"، "م"
"چِنَڻُ تان نہ پيو، سَگَ نہ چِنَڻُ جهڙو". "پ"

(٢١)

"الوڙا (٩) اڪين، آيم رِنـنـدَ اَيـاڳَ ڪـي"، "پ"
هائي هن پنهيور م، گهارِيان ڪارڻ ڪَن،
"اَڍيوَن اونيئڙِن، هنئن سان هاجو ڪيو". "پ"

---

(١) مددگار. (٢) ناچ جو نمونو. (٣) ڏنگا ڦڏا. (۴) سخت. (۵) بدِ زيبي، بيڇڙي. (٦) صلاحون، رٿون. (٧) حرڪتون. (٨) واهيرو. (٩) جهوٽا، ڪيپ.

# (١٢) سر ڪوهياري

"اي ڪم ڪَميڻن، جئن سمهن پيرَ ڏِگها ڪري"، "پ"
لوچين چونہ لَطيف چئي، هاري ليءِ هوتَنِ؟
نندان نياڳين ڪي، **"اويالا [1] اَچَن"**، "م"
"سي پُنهُون ڪوهَ پُڄَن، جي سانجهيِ رَهَنِ سمھيِ". "پ"

(٢)

"سُتين سَنجهيئي، مُنهن ويڙهي مُٺَنِ جئن"، "پ"
اوجاڳا اَڪِيَنِ ڪي، جاتَئي نہ ڏيئي،
"هُتان تو پيئي، تي ڪچو [2] ڪيچِيُن ڪرين". "پ"

(٣)

ڏونگَرَ! ڏوراپو، پهريون چونديس پرين ڪي،
**"تہ پَهَڻَ پيرَ پٽون ڪيا"، "ترِيون چِنيون تو"،** "م م"
**"رحم نہ پيئي رُوحَ ۾"**، قَدرُ منهنجو ڪو، "م"
"واڪو ڪنديس ووءِ! مونسين جَبَلَ تو جاڙون ڪري". "پ"

(۴)

"ڏُونگَرَ! مون سين رو، ڪڏي يارَ پُنهونءَ جا"، "پ"
سجَڻ هوم هيڪڙو، ويو ڦوڙائي [3] سو،
"ڪنهن ڪي ڏيان ڏوهُ؟ مونسين اِرادي [4] ائن ڪيو". "پ"

(۵)

"هَلَڻُ سهان نہ هوت جو، وِڄڻ آءٌ گهوريان"، "پ"
هون هميشه هِتَهين، تہ **"ڏونگرَ ڪوه ڏوريان؟"** "م"
**"اَکيِن سان اوريان"، "پَسان شالَ پُنهوَنءَ ڪي."** "م م"

---

(١) مهٽا، طعنہ. (٢) ڏوهاري. (٣) جدائي ڪري. (۴) قضا.

(٦)

هَلَنُ سَهان نہ هوتَ جو، وڃَڻ مَ واريو،
رَهو راتِ پنيورَ ۾، ”ڪا گهڙي هِتِ گهاريو،
”معذُور مَ ماريو، سِڪي جنهن سَگَ ڪيو“. ”پ“

(٧)

”مونکي جنهين ماريو، سڄاڻُ سيئي“. ”پ“
پُنهُون پيڪان پنچديا [1] پلن [2] تان پيئي،
”ويڄنئان [3] ويئي، تي وَهيٺي [4] سڄڻين“. ”پ“

(٨)

مونکي جنهين ماريو، سڄاڻ پاڻان [5]،
لوهو [6] لِڱنَ ناه ڪي، **”سَند مڙيئي ساڻان،“** ”م“
”دارُون جا داڻا، ڏنم هوت هَٿَنِ سين“. ”پ“

(٩)

سَنجهي رَهن سُمهي، غافِلَ منجهہ گهَرَنِ،
ليڙَن جو لطيف چئي، ڪَرِڳَلَ [7] سوءِ [8] نہ ڪَنِ،
”سي ڪيئن مُحب مَرِنِ؟ جي سنجهي رَهَنِ سُمهي“. ”پ“

---

(١) وسايا. (٢) اک، اک جي تارن. (٣) طبين کان. (۴) وس ۾. (۵) پاڻ مان.
(٦) رت، هي لهو مان ورتل آهي. (٧) آواز، آهنگ. (٨) ٻڏءِ.

# (١٣) سر حسيني

"ويو سِجُ وَٽَنِ تان، راسين ڏيئي زَگَ"، "پ"
جنهين سان منهنجو سگ، سو کوهيارو ڪيچ ويو.

(٢)

"مَري تيندِيَس مُجَ، جُتن ڪارَڻِ جيڏيُون"، "پ"
ڪري ڪوهيارو سُجَ، **"ويو جُلائي چپرين.**" "م"

(٣)

سيئي ڪا تنوار، ڪي هنئين تي هَٿَ ڪٽين،
صدين رُليون سسئيون، هوتاڻن هزارَ،
"بارو چاٽا بارَ، توڙا تَرِسُ نه سِڪيا". "پ"

(۴)

"جان جئين تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جلڻ ريءَ"، "پ"
"ڏَڏيءَ، تَتي هَلُ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي". "پ"

(۵)

"تَتيءَ، ڏَڏِي" ڪاهِ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي"، "پ"
"متان تئي اونداهُ پيرُ نه لَهِين پِرينءَ جو". "پ"

(٦)

"ڪُلهي ڦاٽو ڪَنجرو، مَتو اگُهاڙو،
منهنجو ڪُجاڙو، پينَرُ رِهنَ پنيورَ مِ؟" "پ"

(٧)

"پلليو سڀ پنيورُ، جو پُني هوت نہ هَليو"، "پ"
شَهرَ سجاتو ڪين ڪي، آرياڻي اُتورُ (١)،
"ماڻيو تنهن مورُ (٢)، ديکيو جنهين دِل سين". "پ"

(٨)

"پُڇَنِ سي پَسَنِ، جڏهن تڏهن پرينءَ کي"، "پ"
"ڏورينديُون ڏِسَنِ، اَڱڻ عَجيبَنِ جا". "پ"

(٩)

پُڇيوءِ جان پَروچ، **"تان پاسي ڪر پرهيزَ کي"**، "م"
"جنهين ڏٺو هوتَ، تنهين ڏينَ سڀَ دورِ ڪيا". "پ"

(١٠)

"نڪي تي جيان، نڪي مُئي آهيان،
ساڄَنَ ساهُ ڏِيان، توکي سارِيو سُپرين". "پ"

(١١)

"پاڙي ناه پَرُوڙَ، تہ ڪا راتِ رنجائي گذري"، "پ"
پانيڻ پروچن جي، **"گهائي وڏو گهور"**، "م"
"هِڪُ سَسئي ٻيا سُورَ، وَيا پتيندا پاڻَ ۾". "پ"

(١٢)

"پاڙيچيءَ روئي، چاڪ منهنجا چوريا"، "پ"
"پگهر وجهنديس پرينءَ جو، ڏکن ۾ ڌوئي (٣)"، "پ"
"ساڄَن! سَيوئي، ساه اوهان تان صدقي". "پ"

(١٣)

"هوءِ جي سُورَ سجن، سي مون پينگهي ۾ پرايا"، "پ"
"ساندِ ياس سکن، سُورَن ڪارڻِ سرتيُون!" "پ"

---

(١) بي مثل. (٢) مور جهڙو محبوب. (٣) گڏ ڪري، چنڊي.

(١۴)

سڀجي تان سور، ساماڻي تان سُک ويا،
اهي بيئي پور[1]، نماڻي نَصيب ٿيا". "پ"

(١۵)

هي تو وجي هوت، "آءُ کي اڳيرو ٿيان"، "م"
"متان ڇوءِ ٻَلوچ، ڪَميڻي مان ڪين ٿيو"، "پ"

(١٦)

نَڪي روئَڻ واريُون، نَڪي اوساريِن،
"مونهين کي مارين، موتهين سندا ڏُکڙا". "پ"

(١٧)

سُرتيُون سُورَ پرين جو، سجن ۾ شامل،
"کوهياري ڪامل، مونکي ڏک ڏيکاريو". "پ"

(١٨)

"مٿ مٿ سور سڀ ڪهن، مونوٽ وٺاٺا"، "پ"
"پريون ڪيو پٺا، ويا وهائو نڪري". "پ"

(١٩)

سَسُئيءَ جي سَري سان، ڪيچُ ڏٺي ڪانڌي،
پَسَڻَ ڪارَڻ پرينءَ جي، مُنڌا[2] هئي ماندي،
لَڪَنَ تان لطيفُ چئي، آرياڻيءَ آندي،
"پُنهونءَ پيراندي، نماڻيءَ نصيب ٿئي". "ب"

(٢٠)

"گهوڙن هنئي سيڪا، انن هنئي آنءُ"، "پ"
"جا ننهن ڪنهديون ٻانءُ، ساموڻ جئن بوندي مامري". "پ"

---

(١) منزلون. (٢) زال، عورت، استري.

(٢١)

"ڏُکَ سُکَنِ جي سُونهَن، گهورِيا سُکَ ڏُکَنِ ري"، "پ"

"جنهين جي وِرُونهَن، سجڻ آئيو مان گهرين". "پ"

# (١۴) سر سورٺ

"اَلله جي آسَ ڪري، هليو هٿائين [١]". "پ"
چارڻَ [٢] ٻڌا چنگ ڪي، **"جھوڙا ۽ جھائين"** [٣]، "م"
ڏولي راءِ ڏياچ [۴] جي، ڏوران ڏٺائين،
وينتون واحد [۵] در تنهن وير ڪيائين،
"سباجها سائين، راءِ [٦] ريجهائين راڳ سين". "پ"

(٢)

**"پَرديسان پنڌُ ڪَري"**، سُٽي آيس شانُ، "م"
مڱا ڪهڙي مت سين؟ ڙسورو نادانُ،
"سو ڪوڏياريم ڏانُ [٧]، جو طَمَع کي تَرڪُ ڪري". "پ"

(٣)

تو دَرِ آيُس راجيا [٨]، ھھڙو وني حال،
اونائيج عَليل [٩]، جو سياجها سوال،
اڳڻ متي اَنهنجي، ڪهي ڪي قوال [١٠]،
"يلا ڪَري يال، اَمَنُ ڏيو اُنَ ڪي". "پ"

(۴)

تو دَر آيسِ راجيا، **"پيا دَر ڏيئي ٻَنِ"**، "م"
**"ڪَهان جو ڪماچ [١١] سيه"**، **"سو سُنُ سباجهي ڪَنِ"**، "م م"
"جا مڱ [١٢] منهنجي مَنِ م، سا توکي معلوم سيڪا". "پ"

---

(١) هٿائين. (٢) مراهي، مڱتو. (٣) گهنگهرو. (۴) هڪ سخي راجا جو نالو. (۵) هڪ خدا. (٦) راجا. (٧) دان. (٨) راج ڏٺي. (٩) بيمار. (١٠) ڳائيندڙ، راڳي. (١١) سرندي. (١٢) گهر، صدا.

(۵)

ٻيا دَرَ ڏيئِي ٻين کي، آيَس تُنهِنجي دَرِ،
سونهارا سورٺ ور، ڪا منهنجي ڪَرِ،
”ٻلا ٻيري [(۱)] ڀر، ٻالهو [(۲)] ٻاند ٻينارَ جو“. ”پ“

(٦)

”نوتي [(۳)] تَنڌُ نياز سين، ٻُرائي [(۴)] ٻيجلَ“. ”پ“
راجا رَتولَن ۾، اُونائي اَمُلَ؛
رازُ ڪَيائين راءِ سين، ڪَنهن موچاريءَ مَهلَ؛
”اَنا اَحَمَدُ بِلا مِيمي“ [(۵)] سَينَ هَنئين سائِلَ؛
”ڪَنهن ڪَنهن پيئي ڪَل [(٦)]، ته هَرِ دوئي هيڪُ ٿيا“. ”پ“

(۷)

پاڻ [(۷)] پَهِلي راتِ جو، ڳَڙهه [(۸)] پاسي ڳايو،
**”ثيو غلغلو ڳرنارَ ۾“** ته ڪو عَطائِي [(۹)] آيو، ”م“
سالِڪ [(۱۰)] سازُ سُرود سِين، ڪِي جو ڪَمايو،
”ٻيجلَ ٻولايو، ته سِر جو سَوالي آهيان“. ”پ“

(۸)

ڪي جو ٻيجَل ٻولِيو، ٻنيءَ ويهي ٻان [(۱۱)]،
راجا رَتولن [(۱۲)] ۾، سيباڻو [(۱۳)] سلطان،
آءُ مٿاهون مَڱڻا، مقابل [(۱۴)] ميدان،
گهورِيان لَک لَطِيف چئي، تهنجي قدمن تان قربان،
”مَٿي رِهِي مُهمانَ، هلي آءُ تـه رِهين ڏيان“. ”پ“

---

(۱) ڦيري. (۲) خالي، واندو. (۳) نهاري. (۴) وڄائي. (۵) آءُ احمد آهيان. ”م“ ڪانسواءِ (حديث). (٦) ڇاڻ. (۷) مگڻهار. (۸) قلعه. (۹) سوالي، فقير. (۱۰) پرجهيل. (۱۱) فقير، منگتو. (۱۲) محلات ۾. (۱۳) پسند پيل. (۱۴) سامهون. روبرو.

# (١٥) سر بروو سنڌي

"چاڪي وڃيو چو؟ ٻيلي [1] رهين ٻين جو؟" "پ"
وَتُ ڪَنجَڪ [2] ڪَرِيم جي، جَڳُ جو والي جو،
"سَهڪو هوندو سو، جنهن جو عِشقُ الله سين". "پ"

(٢)

"پروَسَ [3] تيم پرياڻ، پرين وَسِ نہ پانهنجي"، "پ"
لَڳي ڪين لَطِيفُ چئي، **"ڇَپَرُ [4] ڇاتي ساهُ"**، "م"
"پرين ڏيکاري پاڻُ، خوش ڪري ويا خواب ۾". "پ"

(٣)

"پلي ڪيئي پلا پرين! هيئَن نہ مُناسِبُ هوءِ"، "پ"
**"لائي ڇِتَ [5] چريو ڪري"، "پاڻ ڪڍي وئيہ پوءِ"**، "م م"
"توڻي حُبَ [6] نہ هوءِ، تہ بہ هوتَ نہ ڪڄن هيڏيون [7]". "پ"

(٤)

پَلي ڪيئي پلا پرين! مون نہ ڄاتو ائين،
**"هنئون هيرائي هَٿِ ڪري"**، توکي ڏيان ڪيئن، "م"
"سا سڪ سلان [8] ڪيئن، جنهن اندرُ آهيرا ڪيا؟" "پ"

(٥)

"اڄ پُڻ اُڪَرِيَنِ، سَڄَڻ پنهنجا ساريا"، "پ"
ڳُلَنِ تان ڳوڙهن جون، **"بوندون بَسِ نہ ڪَنِ"**، "م"
"سندي سِڪَ پرينِ، لوڪ ڏٺيئي نہ لهي". "پ"

---

**ڏانهنون نوٽ:** (١) (٢) واڳ، نوڪري. (٣) پرائي وس. (۴) جبل "جيڏو ڏک". (۵) دل لائي. (٦) محبت، پيار. (٧) ڏاڍايون. (٨) ٻڌايان.

(٦)

"ڪي اوڏوائي(١) ڏور(٢)، ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين"، "پ"
ڪي سنبرجن (٣) نہ ڪڏهين، ڪي وسرن نہ مور،
"جيئن مينهن ڪنديءَ پور(٤)، تيئن دوست وارڪو(٥) دل سين". "پ"

(٧)

**"هوڏ چڏي هوڏي"** (٦)، جي مان گهر اچين سپرين، "م"
"ڳالهيون ڳجهہ اندر جيون تن گهريون توڏي"، "پ"
**"جي وهين گڏ گوڏي"**، تہ دور سٽاياڻ دل جا. "م"

(٨)

تون صاحبزادو سپرين! آءٌ نِسورو نوڪر،
بيحد ڪريان بندگيءَ هٿ ٻڌي "حاضر"،
**"چڻ (٧) چڏينديس"**، ڪين ڪي، دوست اوهان جو در، "م"
"مون تان مهر(٨) نظر، پرين لاءِ مَ پانهنجو". "پ"

(٩)

"ڪَڙو مَنجهہ ڪَڙي، جيئن لُهارن لَپيٽيو،
منهنجو جيءُ جَڙي، سُپرِيان سوگهو ڪيو". } "پ"

(١٠)

**"نازَ منجهان لگيو (٩)". "ڏڙ سر پير ڏري"**، "م م"
**"ڪورنشون (١٠)، ڪريم ڪي، تو قمر سج ڪري"**، "م"
ڏڙئون هنڌ هِلال چئي موهيا جانب جي ڌري،
"پيو پڙلاءُ پري، ملڪ ۾ محبوب جي". "پ"

---

(١) ويجها. (٢) پري. (٣) ياد پون. (٤) سگن جو ور. (٥) پيچ. (٦) ضدي. (٧) پل، لحظو. (٨) مهرباني. (٩) نڪتو. (١٠) آداب.

(١١)

"فاني ئي فاني، دنيا دَمُ نہ هيڪڙو"، "پ"
**"لَنني لوڙهِ** (١) **لُٽن سين"** جوڙيندءِ جاني، "م"
"ڪوڏرِ ۽ ڪاني (٢)، آهي سَرَ سَبِ ڪنهن". "پ"

(١٢)

"عِشقُ اهڙي ذات، جو مانجهي (٣) منجهائي مين ڪي"، "پ"
**"ڏينهان ڏورڻ ڏونگرين"، "روئڻ سڄيائي رات"،** "م م"
اتي ويني تاتِ (۴)، ميان! محبوبَنِ جي.

(١٣)

"يارُ سَڏائي سَيڪو، جاني زبانِي،
آهي آسانِي، ڪم پئي تي ڪَلَ پوي". "پ"

(١۴)

"ڪوڙي (۵) ڪَنُ، سپُرين، ڪنيئي تان ڪوڙ"، "پ"
اهل (٦) اڪرين جي نيئي، نِباهِجُ توڙ،
"مون ۾ عيبَ ڪوڙ، تون پاڻُ سُجاڻجُ سپُرِين". "پ"

(١۵)

جڏهانڪر جاني، سڄڻ سانگ سڌاريو (٧)،
**"راتِيان راحت ناه ڪا"،** ڏينهان حيراني، "م"
آءٌ پنهنجي پرينءَ تان، **"تيان ڪوڙين قرباني"،** "م"
"رضا رباني (٨) ناته ڪريان وس وصال ڪي". "ب"

(١٦)

"دِلِ جو دِلبَرُ هيڪڙو، گهڻا تان نہ ڪَجنِ"، "پ"
"دل ڏجي تنهن هڪڙي، توڻي سَوَ سِڪَنِ". "پ"
"سي چِلوِلا (٩) چئجن، جي در در لائين دوستي". "ب"

(١) قبر. (٢) لاش جي ماپ وارو ڪانو. (٣) پهلوان. (۴) بچار. (۵) چمائي.
(٦) اهل، لائِق. (٧) روانو ٿيو. (٨) پاڻهار جي مرضي اها آهي. (٩) بيوفا.

(١٧)

مُنهنجي مَدائِنِ جي، ڪَلَ (١) پِريان پيئِي،
"ڪڏهن ڪوسا (٢) نہ ٿيا"، ڏوراپو ڏيئِي، "م"
ساجَنَ سيئِي، "ڏِڪيمِ ڍولَ (٣) ڍلائيُون (۴)". "م"

(١٨)

ڏاتَرَ! مُون ڏيکارِيو، هوتَنِ جو حَضُور،
پِرِين پَرِچَڻَ جو ڪيو، موتائي مَذِڪُور (۵)،
"اي دوستن جو دستُور، جئن چِنا چِنَ ڪِينڪِي". "پ"

(١٩)

"پَرَوَسِ (٦) تِيمِ پَرِياڻُ، پرين وَسَ نہ پانهِنجي"، "پ"
"لَڳي لِڪينَ، لَطِيفُ چَئي، ڇَپَرَ (٧) ڇاتي ساڻُ"، "پ"
"پِرين ڏيکاري پاڻُ، خوش ڪَري ويا خواب ۾". "پ"

(٢ )

"ماڙُهو (٨) گَهرَنِ مال، آءُ سَڀُ ڏينهَن گهران سُڀِرَين"، "پ"
دنيا تنهن دوستَ تان، فِدا ڪريان في الِحالِ (٩)،
"ڪيو نامُ (١٠) نهالُ (١١)، مونکي محبُوبَن جي". "پ"

(٢١)

"جنهن جي ڏَڙِيان (١٢) ڏارَ، پيڙِي ناهِ پنيورَ ۾"، "پ"
ڪميني جي ڪانہ ڪي، ساڻُ لُڏيندي سارَ،
"آءُ عالم (١٣) جا سردارَ، وارج واڳَ وِلهي (١۴) تي". "پ"

(٢٢)

"آدمين! اِخلاص (١۵)، مَٿائي مانو (١٦) ڪيو"، "پ"
ڪونہ ڪائي ڪنهن جو، سندو ماڙهو ماسُ (١٧)،

(١) خبر. (٢) ڪاوڙيل. (٣) دوست. (۴) برايون. (۵) بيان، ذڪر. (٦) پرائي وس. (٧) جبل "جيڏو ڏک". (٨) ماڻهو. (٩) حال ۾، هاڻي. (١٠) ورنامي ونڻ. (١١) خوش. (١٢) ڏٿيءَ ڪان. (١٣) عالم، جهان، سنسار. (١۴) سچي، اڪيلي. (١۵) سچائي، محبت، پيار. (١٦) هلڪو، جمڪو. (١٧) گوشت، مانهه.

"دلبر هن دنيا ۾، وڃي رهندو واس[1]"، "پ"
"پيو سڀ لوڪ لباس[2]، ڪو هڪدل هوندو هيڪڙو". "پ"

(٢٣)

"ڪتان[3] سکڻين سڀرين، ڪاسائڪي ڪار"؟ "پ"
تڪي ڪاتي هٿ ڪري، مٿي سين م مار،
"چوري چاڪ[4] نهار، جي سورن سانگهيڙا[5] ڪيا". "پ"

---

(١) خوشبو. (٢) ڏيکاءُ. (٣) ڪٿان؟ (۴) قات، چير. (۵) سوراخ، تنگ.

# (١٦) سر مومل راڻو

شَمعَ بارِيندي شَبِ، (١) "پرهَ باکُون (٢) کَڍِيوّن"، "م"
موٽُ مَران تِي ميندَرا! راڻا ڪارڻِ رَبَ،
تُنهِنجِي تاتِ طَلَبَ، "ڪانگَ اُڏاڻِرَ ڪاڪَ جا". "م"

(٢)

وَتِ سوريندي وَلها (٣)، ويو تيلُ ٻَرِي،
موٽُ مُسافِرَ سُپَرِين! چانگي تي چڙهي،
راڻي لاءِ رَڙِي، "وَڃِي وِهامِي (٤) راتڙي". "م"

(٣)

"ڪَنِهِڙ ڪَرَ (٥) موڙِيا"، "نيڙُو اُتا نيئِي"، "م م"
راڻو راتِ نہ آئِيو، "ويلَ نَرِي ويئِي"، "م"
ڪه (٦) ساڪاڻي راتڙي، جا پرين ري پيئي،
"مونکي ڏنءَ ڏيئي، وڃي ڍوليو ڍَٽ قراريو (٧)". "پ"

(٤)

راڻا تنهنجي راهَ تي، ڏهاڻي ڏيکان،
راڻي جي رهاڻ جون، "رُوحَ اَندرِ ريکان (٨)"، "م"
"مَحَبَتَ جون ميخان، توسين لَال لَپيٽيو". "پ"

(٥)

راڻو رَب راضِي ڪري، مانَ وِرائي واڳَ،
چندن سان چِڪ ڪيو، مومل لنبي ماڳ،
"سودي جي سُهاڳ، ڍڪ مڙيوئي ڍڪيو". "پ"

---

(١) رات. (٢) ڪرڻا. روشني. (٣) پيادا. (٤) گذري. (٥) مڙي ويون. (٦) ڪڏهن پٽي. (٧) آرامي ٿيو. (٨) ڳنڍيون، پاڙون.

(٦)

آءُ راڻا راحت، ذاج ڏرتي جا ڏٽي،
سِڪَنِ ٿيون سُهاڳڻيون، سودا تنهنجي سَٿَ [١]،
"مون تان لاهِ مَ هَٿُ، ڪامِل ڏٽي ڪاڪِ جا". "پ"

(٧)

ڪالهَ گَڏيو ڪاپڙي [٢]، بابو بيڪاري [٣]،
سامي [٤]، سيلو [٥]، سرِ تي مالها موچاري،
"ڏيئي [٦] ڏيڪاري، ڦٽي دِلِ فَقِيرُ ويو". "پ"

(٨)

ڪنڌ م ڦيرِج ڪيڏهين، وٺيو وَڃِج راهُ [٧]،
"اچ ڪِ سنجهه، صباح، نيئي ڏربندءِ ڏوڙ ۾". "پ"

(٩)

"جايون [٨] پيرين مون، سا پُون مٿي سَڄڻين". "پ"
ڏِگَ [٩]، لٿيا ڏوڙِ ۾، اُيي [١٠] ڏناسُون،
"ڏينهَن مڙيئي ڏون [١١]، اُٿي لوچ [١٢] لَطِيفُ چئي". "پ"

(١٠)

**"ڪاڪِ ڪَڙهي، وَڻُ ويا"، "برِيا رنگ رَتولَ"،** "م م"
تو پُڄاڻا سُپِرين، **"هينئڙي اچن هول [١٣]"**، "م"
"جي مونسين ڪيئي قولَ [١٤]، سي سگها پارجُ سُپِرين". "پ"

(١١)

ڪاڪَ [١٥] ڪڙهي [١٦]، وَڻَ ويا، اونو لنداڻو [١٧]،
تو پڄاڻا سپرين، **"آتَڻُ اُجهاڻو"،** "م"
"مُئي سين ماڻو، مناسب نہ ميندرا". "پ"

(١) مجلس. (٢) جوڳي جو قسم. (٣) پينو فقير. (۴) سائين. (٥) ٿي ٻڌڻ جي پٽي. (٦) ديدار ڪرائي. (٧) وات. (٨) ڏر تي. (٩) پهلوان. (١٠) بيهي. (١١) ٻہ ٢. (١٢) ڳول. (١٣) ڊپ. (١۴) اقرار، وعده. (١٥) نالو ملڪ يا نندي جو. (١٦) سڙي، پچي. (١٧) ڪاٺو.

(١٢)

مُومَلَ ويٺي مينڌرا، سَدائِين ساري،
وَليُونَ واسَ (١) وَرنيُون، چانگي کي چاري،
جَڌهن تَڏهن سُپَرِين، اِيندم اوتاري،
"سودي سين ساري، ڳالهيون ڪنديَس ڳُجھَ جون". "پ"

(١٣)

"هَلو هَلو ڪاڪِ تَڙِ، جت گهُرجي نيهَن،
نڪا راتِ، نہ ڏينهُن سَيڪو پَسي پِرين کي". "پ"

(١٤)

جي مُنهن م مَدِيُون نہ ڏئين، تو م تي بڌياس،
سوڍا اُن سُهاڳَ کي، ويٺي واجهاياس،
"ڍولي ڍَڪياس، ڏيئي پاندُ پَناهَ جو". "پ"

(١٥)

"راڻا هُيَئَين رَئي (٢)، تو سائين مون سونٌ ڪيو"، "پ"
منهنجي مَدايُن جي جو، حالُ اتيئي هيءُ،
"ڍوليا ڍَڪَڻُ تيءُ، ڪامِلَ ڪچائن جو". "پ"

(١٦)

"ميان مينڌِرا موٽ، بخش ڪَر بُڇايون (٣)،
"تون گهٽن سندو گهوٽ، مون وَرُ تُونهين هيڪڙو". "پ"

(١٧)

حال قربان، مال قربان، گهوريان لنداٽو،
فدا تي فقير جو، شل رُسي م راڻو،
"مُين سين ماٺو، مناسِبُ نہ مينڌرا". "پ"

---

(١) سرهيون، خوش. (٢) غبار، لڙاٽ. (٣) بڇڙايون.

(١٨)

"وينئي نِتَ نِهارِيان"، راڻا! تنهنجو راهُ(١)، "م"
موتائي ماڪَنِ مِ، آڻيندُءِ اللهُ،
"سوڍا تو گهر ساهُ، نہ تہ راڻا گهڻا راڄَ مِ". "پ"

(١٩)

نَئون نِياپو آئيو، راڻي مِلان(٢)، راتِ،
"لڌي سون لطيف چئي، ڪنان ڏاتَر، ڏاتِ"، "پ"
"ڪهڙي پڇين ذاتِ، جي آئِيا سي اَگِهيا؟" "پ"

(٢٠)

"روءِ راڻي جي ناهِ ڪو، سوڍو سيني سُونهَن"، "پ"
"لاتائِين لَطِيفُ چئي، مٿان دکين دونهن(٣)"، "پ"
ڪانهي ٻِي ورُونهَن(٤)، تيو مِڙوئِي مينڌرو.

---

(١) رستو، پيچرو، وات. (٢) راڻي سان ملان. (٣) دونهون. (٤) ﭘچار، ڳالهہ ٻولهہ، ذڪر، اذڪار.

# (١٧) سر ڪاھوڙي

"مُون ڪاھوڙيِ لڳيا، سُمَھن ڪِينَ پئي"، "پ"
"سَمَرَ ڪياٿُون سَڄَ جو"، ڏوري ڏُٺَ لھي، "م"
"ويا رات وَھي، جتِ نھايت ناھِ ڪا". "پ"

(٢)

"سُڪا مُنھَن سندن، پيرين پُراٿا ڪيتڙا (١)"، "پ"
سا جُوءِ ڏوري آئِيا، "سُونھان جتِ مُنجھن"، "م"
"ڳجُھا ڳُجھيُون ڪن، تھان پراھين پَنڌَ جون". "پ"

(٣)

"پَيو جَنِ پرو" (٢)، گنجي (٣) ڏونگر گام (٤) جو، "م"
"جِڏي ڪَيتُ (٥) ڪَرو (٦)، لوچي لاھُوتي ٿيا". "پ"

(٤)

ڪُپيري (٧) ۾ پيرُ، ڪنھين پاتو پيرئين (٨)،
جيان (٩) منجھڻ ماڙھئين، سڄڻ تئان سيرُ،
اُن پون سندو پيرُ (١٠)، ڪُوڙَنِ منجھا ڪولھي. "پ"

(٥)

"تحقيق جي تون پَري" (١١)، "متي رئي (١٢) ڪَنُج"، "م م"
"بانھُون بيٺي لاھي ڏيٺي"، "ڪشتي ڪمائيج"، "م م"

---

(١) جتيون، بوٽ. (٢) پتو، خبر. (٣) ٽڪر جو نالو. (٤) ڳوٺ، وستي. (٥) پوک، آبادي. (٦) ڍير، ڍڳ. (٧) بي راھي. (٨) سالڪن، سياڻن. (٩) جتي عام ماڻھو منجھي پون. (١٠) انت. (١١) تار، تمنار. (١٢) متي، ڏوڙ.

**"جا ھاجَ** (١) **ھَٿَنِ ريءَ نہ ٿئي"**، سا ئوٺو تي ڪَريج، "مَ"
**"ٽنگا ٽاري"**، سَنڌ ٿان ساري، **"جنگھُنِ ريءَ جَلِيج"**(٢)، "مَ مَ"
هَڪَلَ (٣) حقيقت جي، **" ٻوڙو تي ٻُڌيج"**، "مَ"
"انڌو رِتي پَسِيج، مُشاھِدو (٤) مَحبُوبَ جو". "پ"

(٦)

"ٻيرو پروڙي پاءِ، گنجي مِ گُڻُ (٥) گھڻا"، "پ"
ڪاھوڙي ڪَراويا، لِڪا لوڏي ماءِ،
"جنھن ڏني جاءِ، تنھين موٽُڻ ميھِڻو". "پ"

(٧)

"ڪاري رات، اَچو ڏينھن، اي صِفتان نورُ"،
جتي پِرين حَضورُ، تتي رنگ نہ روپ ڪو". } "پ"

---

(١) حاجت، ضرورت، ڪم. (٢) ھلج. (٣) آواز، صدا. (۴) ديدار، جلوو.
(۵) ڳڻ، ٿورو، احسان.

# (۱۸) سر رامڪلي

"سُتي سيجَ هُيـاسِ"، مونکـي آهَ (۱) اُٿارِيو"، "پ"
"جنهين جاڳاياس، آءُ نـ جيـنـدي اُنَ ريءَ". "پ"

(۲)

ڪيَمَ ڪاپڙِينُ جي، "پهرين ڏينهن پَرُوڙَ"،
"سگها (۲) ساعَتَ نـ هيڪـڙي، چارئي پهر چورُ"، "پ"
سدائين سيّد چَئي، هون (۳)، سناسي ۾ سُور،
جوڳي ساڻ ضرورُ (۴)، **"لڪا پٽن (۵) لـوڪَ ۾".** "م"

(۳)

انـدَرِ آديـسِينُ ڪـي، ڏيـانـئـي (۶) ڏَٽـي،
"بري باجهارا ڪيا، ڪانئي خاڪ ڪٽي"، "پ"
پنيو پنج ڪَٽي (۷)، لِڪا پُٽن لوڪَ ۾.

(۴)

نڪر ناه (۸) ڪُلهي ڪري، هوندَنِ جئن مَ هو،
توڪـي ويـس وجائـيو، ويـس وجايـو تـو،
"ساهي. آهي سو، جنهن پاڻ وڃائي پوءِ ڪـيو". "پ"

(۵)

جي پانئين جوڳي ڻيـان، تـ پَرِ (۹) ڪلمه جي پارِ"، "پ"
**"پَنجَنِ (۱۰) ساڻُ پورو رَه"، "تون آيا ٽيهـ (۱۱) مَ ٽارِ"،** "م م"
"تـ ـ ـن ڏاڳا ڏار، جڏهـن راه سـڃاڻـين رَبَ جي". "پ"

---

(۱) دانهن. (۲) تندرست، خوش. (۳) هجر. (۴) حاجت. (۵) گهمن. (٦) اصل ڪان.
(۷) خيرات. (۸) نيتي، نفع. (۹) ريت. (۱۰) پنج وقت نماز. (۱۱) روزا رمضان شريف جا.

(٦)

"جي يانئين جوڳي ٿيان، تہ طمعَ (١) ڇڏِ تمامُ (١)"، "پ"
گولا جي گولَنِ جا، تَنِ جو ٿيءُ غُلامُ،
صَبُرَ جي شَمِشيرَ (٢) سان، "ڪَر ڪِيني کي قتلامُ"، "م"
"تہ نانگا تُنهنجو نامُ (۴) لِکجي لاهُوتِنِ ۾". "پ"

(٧)

جوڳِي تنهنجي جوڳَ ۾ "ڳالهہ گهرجي ڳَجُ"، "م"
"وڍِيو، ڇيرِيو، ڇڇِرِيو، پر ۾ اُيو پَجُ"، "پ"
"سوئي بارِجُ مَچُ، جيئَن باهَرِ باقَ نہ نِڪري". "پ"

(٨)

"مُنهن مِحرابُ پرينِ جو، جامِعُ سڀ جهانُ"، "پ"
قرهي تان فُرقانُ جي، "ڪاتِياتُون قراُنُ"، "م"
آدَمي اُتَ ويو، عَقلُ ۽ عِرفانُ (٥)، "پ"
"سَيوئي سُبحانُ، ڪيڏانهن ڪري نيتيان (٦)". "پ"

(٩)

ناامِيدي آڇِڪو، اوڇَنُ آديسِنِ،
ڪڏهن تازي (٧) پنتي (٨)، ڪڏهن هيٺ هَلَنِ،
"ساميڙا سمند ۾، تنبي جيئن تَرَنِ"، "پ"
"جي واڳون وات وجَنِ، تہ ڪُسَن ڪِن ڪِين ڪي". "پ"

(١٠)

"جن اجهو (٩)، تن بُجهو، ويني ڳڏين ويرَ، "پ"
ڏوري ڏِٺائون ڏک سين، پاڻ منجهان ئي پير،

---

(١) لالچ، لوڀ. (٢) سڀ، سموري. (٣) ترار، تيغ، سيف. (۴) نالو، نانءُ. (٥) معرفت ڄاڻ. (٦) نيت ڪري شروع ڪريان ٿو. (٧) عربي گهوڙي. (٨) سوار، هلائڻ وارو. (٩) سمجهو، سوچيو.

لَتو تَنِ لَطِيفُ چَئي، جُسي جو زَنجِيرُ،
ڪين ڏنو هو ڪاپڙين، ڪابُلُ ۽ ڪَشمِيرُ،
"سَچُ جني جو سِيرُ [1]، تن گُرمَ وينئي ئي گڏيو". "پ"

(١١)

نہ گندا [2]، نہ گبري [3]، نہ لانگوٽي لِڳ [4]،
"جيڏانهن پرين وڳ، تيڏانهن صاحب سامهون". "پ"

(١٢)

"تو جو ڏيو پانئيو، سا سُورج سُهائي،
انڌن اونداهي، جي راتِ وهامِي ڏينهُن ٿيو". "پ"

(١) رستو، واٽ. (٢) رلي، گِندي. (٣) گودڙي. (۴) ذري.

# (١٩) سر رپ

لائي ويا، "سو مَنجهين، تو مَچُ ٻَري"، "م"
"سو اُجهامي ڪئا، جنهن سوريندڙ سُپَرِين". "پ"

(٢)

"ڪُهَڻ[١] تہ ڪَچائي، سورَ نہ سانِدِڻَ سُتِرا[٢]"، "پ"
اجا تہ آئي، ڏيلَ منهنجي ڏُکَ سين.

(٣)

"اُپَرَيَمَ انگورَ[٣]، سُتي سُپِرِيُن جا"، "پ"
"ڪايو ڪايو سورَ، لُچيو لوچيو[٤] اُتيان". "پ"

(۴)

"جاءِ نہ سَجو ڏينهَن، هنيئَڙو اوني وَڳَ جئن"، "پ"
"مون پريانسين نيهَن، چِنَڻُ ڪارِڻَ نہ ڪيو". "پ"

(۵)

"ڪَڪَر منجهہ ڪَپار[٥]، جهُڙُ نيٺئون نہ لَهَي"، "پ"
"اج منهنجي چِتَ ۾، اُنا[٦] پرين اَپارَ"، "پ"
"آءُ سجڻ لَهَہ سارَ، وِرِهَ[٧] ويڙهي آهيان". "پ"

(٦)

جيسين[٨] سنبرجن، سَهَ[٩] جنهين سِين اوريان،
"لُنءَ لُنءَ هيئِنِ وَجَن، رَڳُون رباب جئن". "پ"

---

(١) چوڻ. (٢) سولا. (٣) سورن جون شاخون. (۴) ڳوليو، ووڙيو. (۵) متي.
(٦) وسيا. (٧) بره، عشق. (٨) جڏهن. (٩) پساه، ڳجهہ.

(٧)

"نيهن نِهائينءَ جان، ڏِٺيو ڪوهُ نہ ڏِڪئين"، "پ"
"جَرَ(١) جيري چڏي، تہ ڪيئن پچندا ٿانءِ؟" "پ"
"سندي ڪُنيارن، ڪن ڪريجا ڳالهڙي". "پ"

(٨)

"نِهائين ڪان رنيهُن، سِڪ مُنهنجا سيَرين!" "پ"
"سَڙي سارو ڏينهُن، باهِر باقَ نہ نِڪري". "پ"

(٩)

"نيڻ نِهائينءَ جان، ستي لوڳ ڏِڪيا،
اجهاميو بِران، توکي سارِيو سُپرين". "پ"

(١) باه، الانيا.

# (٢٠) سر ليلان چنيسر

"مَٽِيو وِجهان مَڃَ ۾، هائي (١)، هٽان هارَ"، "پ"
"پِري (٢) جي پِتارَ، تہ ميرِيائي (٣) مان لَهان". "پ"

(٢)

تان ڪا وائِي وارِ، دِلاسي جي داسڙا،
تُون مُنهِنجو ولهو (۴)، آءُ تو ۾ طمعدار،
"ڏڪي ڏول گذارِ، لَڄ منهنجي لوڪَ ۾". "پ"

(٣)

"ڏولا ڏيلَ (۵)، مر مون ڪانڌُ ڪُميٽي آهِيان"، "پ"
سِڪَ تُنهِنجي سُپرين، "پيري وڏيس پُون (٦)". "م"
"مون وَرُ تُونهِين تون، تو وَرَ وهون (٧) ڪيتريون". "پ"

(۴)

"جي لِيلائي نہ لَهِين، تہ پُڻُ لِيلائِيجِ،
آسَرِ (٨) مَ لاهيج، سڄڻ باجهيندڙ (٩) گهٽو". "پ"

(۵)

"اَوِڳڻ ڪري اَپارَ، تو دَرِ آيس داسڙا". "پ"
جئن تو رسڻ سنديءَ روح، "تِٿن مون پيٽي (١٠) ناه پتارَ"، "م"
"سائين لَڳِ سَتّار، ميٽِ مَدايُون مُنهِنجُون". "پ"

---

(١) گڏ. دوزخ جي حصي جو نالو. (٢) ملي. (٣) گدلي حالت ۾. (۴) مڙس، پوتار. (۵) چڏ. (٦) زمين. (٧) زالون. (٨) اميد. (٩) باجهه وارو. (١٠) حد.

(٦)

"هُيُسِ هِندورَنِ ۾"، "پَيمِ ڪانَ پرُوڙَ"، "م م"
"مٽئي سندي مامري، ڪوجهي وڌيس ڪوڙَ"، "پ"
"سامهون ٿيو سورَ"، ويو ولٽي (١) وِلَهو (٢). "م"

(٧)

سيئي سهاڳڻيون، سين ڳچي هارَ،
"پَسَڻ ڪارَڻ پرينَ جي"، سَهسِين ڪَن سِينگارَ، "م"
"ڍول تنهين جي ڍارَ (٣)، هيناهون هڪَن جي". "پ"

(٨)

لِيلان لَڇ مَ ايترو، "اَٿي اگهه سورِ (۴)"، "م"
"ابو، ڏاڏو گهورِ، ياڻ سوڌو پرينءَ تان". "پ"

(٩)

"ڍولا، اولا نه سَهان"، آڏا اڏيءَ جي، "م"
"تو وَرَ وهون (۵) ڪيتريون، مون وَرُ تُون وَرِي"، "پ"
"پِرتان پيرَ پري، مَلهائج مِسڪينَ کي". "پ"

---

(١) پوئتي هٽي. (٢) محبوب. (٣) آڌار. (۴) بهار. صاف ڪر. (۵) زالون.

# (٢١) سر بلاول

"اَبڙو اَڳاهن ۾، سير (١) جڻن ٻيلي (٢)"، "پ"
**"سي پَٽَ ڪنهن نہ پوريا (٣)"، "جي تو پر (۴) ٻيلي"،** "م م"
"سَجَڻُ ساوَڻَ مينهن جئن، رُجون تو ريلي (۵)"، "پ"
اَچن جي ويلي، **"تن بور (٦) بخشي پٽ ڏِني".** "م"

(٢)

"ٻي ٻي سو ٻُر تئي، جو حاتم پاسي هوءِ"، "پ"
"ڪيف ڏاران ڪوءِ، جئي ڪون جهانَ ۾". "پ"

(٣)

"راهُو تنهنجي ربت، پَرڪَندين (٧) پڌري"، "پ"
"گهَٽا گهوڙي چاڙهئن، مسافر مسيت (٨)"، "پ"
"پڇين ڪانہ وڏيت (٩)، جي آيا سي اُگهيا". "پ"

---

(١) مضبوط وڻ. (٢) ٻيلي، جنگ. (٣) هليا، روانا ٿيا. (۴) بهادر، جانثو. (۵) سيراب ڪري. (٦) گهوڙا. (٧) ڏوراهين ملڪن ۾. (٨) مسجد. (٩) سبب، باعث.

# (٢٢) سر ڏهر

جان واهڙ ۾ وڍ، تان مڇُ (١) نه موتيو،
ڪائي ۾ ڪوهه ڪرين، پوءِ مونَ جو پهَ،
"سر متي پيو سهُ، مهميزون (٢) ملاحن جون". "پ"

(٢)

"متو آهين مڇَ، ٽلهو تو ٽونا هٽيئن،
جا تو ڏني اڄَ، تنهن پاڻي پنا ڏينهڙا". "پ"

(٣)

"ڪُنڊي ڪلين وچ ۾، جڏهن هڻئي جن،
مونکي مون پرين، ڪڏهن جي ڪانه ڪي". "پ"

(٤)

مدينني جا ڏڻي، سڻ منهنجا سڏڙا،
"تنهنجي آءِ ٽٽي (٣)، بي ڪنڌي ساربان ڪانڪا". "پ"

(٥)

مدينني جا شير! سڻ منهنجا سڏڙا،
"پر مبارڪ پير، عاصي تنهنجي آسري". "پ"

(٦)

"الله جئن نالوءِ، تئن مون وڏو آسرو"، "پ"
خالق تنهنجي ڪانڌِ (٤)، **"جو پرو پاند نکوءُ"**، "م"
"نالو رب سندوءِ، رهيو آهي روح ۾". "پ"

---

(١) وڏي مڇي. (٢) ڏڪ، سزائون، چوٽون. (٣) پلوَ، سينو. (٤) حلم.

(٧)

نيڻ نهاري منهنجا، "روئي رتُ رُنيا"، "م"
"جي هتان هوت ويا"، "سي اُچن آجي ٿيان". "م م"

(٨)

"جيڏو تنهنجو نانءُ، ٻاجهه ٻه اوڏيائي مڱان"، "پ"
"ريءَ تنيين، ريءَ ٽوٽيئين، تون ڇپر، تون ڇانءَ (١)"، "پ"
"ڪجاڙو (٢) ڪهانءِ (٣)؟ توکي معلوم سڀ ڪا". "پ"

(٩)

"مَ ڪر ديولَ ڊلو، نالو نماڻين سين"، "پ"
"ڪونهي ڪميڻيءَ جو ٻگر (٤) تو ٻلو"، "پ"
"تنهنجو نانءُ ڏلو (٥)، ونيو ويني آهيان". "پ"

(١٠)

"سَتر ڪر سَتارَ، آءُ اُگهاڙي آهيان،
ڍڪئين ڍڪڻهارَ، ڏيئي پاندُ پَناهَ جو". "پ"

(١١)

"ڪر ڪو پيرو ڪانڌ، مون نماڻي جي نجهري (٦)،
پرين تنهنجي پاندِ! ديولا ڍڪي آهيان". "پ"

(١٢)

"ڪانڌ پين ڪيترا، مون وَرُ وڏي وَٿَ (٧)،
"مٿان ڏيئي هٿ، جنهن عيبَ منهنجا ڍڪيا". "پ"

(١٣)

"سُتا اُٿي جاڳ، ننڊ نہ ڪجي ايتري"، "پ"
"سُلطاني (٨) سُهاڳُ ننڊُون ڪندي نہ ٿئي". "پ"

---

(١) ڇانوَ. (٢) ڇا. (٣) ڇوان. (٤) بغير. (٥) فقط. (٦) گهر. (٧) شيءِ.
(٨) بادشاهي.

(۱۴)

"ڪي سُمهه، ڪي جاڳُ، ننڊ نہ ڪَجي ايتري"، "پ"
"اي مانجهاندي جو ماڳُ، جو تو ساڻيهہُ (۱) ياڻيو". "پ"

(۱۵)

"ڦريا پسي ڦيڻُ (۲)، ڪَريَنِ ڪيرُ نہ چڪيو،
دنيا ڪارڻِ دين، وڃائي وِلَها (۳) ٿيا". "پ"

(۱٦)

"ڪڏهن مَڙَهُ مُقامَ ۾، ڪَڏهن ڳاڙهو گهوٽُ،
واري سندو ڪوٽُ، اُڏيو اَڏيندين ڪيترو؟" "پ"

(۱) وطن، ملڪ. (۲) وطن، ملڪ. (۳) خالي.

# (٢٣) سر ڪاپائتي

"چائيتَ (١) پائي چِتَ ۾، سَنهون ڪَتِيو جَنِ، } "پ"
تَنِ جو صَرافَنِ، ڏُڪو داخِلُ نہ ڪَيو".

(٢)

"مُحبّت پائي مَنَ ۾، رنڊا (٢) روڙيا جَنِ"، } "پ"
تَنِجو صَرافَنِ، اَڌَ توريو اَگهائِيو".

(٣)

"جا سنهون نہ سکي، سا مَر (٣) رنڊائي روڙي"، "پ"
"سُتَ انهيءَ جو سَڦُرو، ويا ترازي توري"، "پ"
"تلهي ۽ توري، ويچارِي سان وُڙُ تيو". "پ"

(٤)

"پِڱوئي پِيرِ، جانسين رُتو راسُ (٤) ٿئي"، "پ"
ري بيڪاري سين هاري! پاڻُ مَ هيرِ،
ڪت ڪئنديون ڪيرُ، نئين سين نہ جاڙِجي.

(٥)

سُتَ انهين جو سَڦِرو، جي بَرَ ۾ پڇائين،
آوازُ اَرَتَ جو، ساهَ نہ سٽائين،
لڪايو لطيف چئي، **"ڪَنِيو ڪَتائين"**، "م"
"جي ماڙِڪَ موتائين، توءِ مُلُهہ مَهانگو اُن جو". "پ"

---

(١) وير، ڪينو. (٢) ڪپہ جون ڳنڍيون ڇوڙيون. (٣) ڀلي، بيشڪ. (۴) ڪم ٺاهڻ، تيار ڪرڻ.

(٦)

"تَڪَ ونگي وَرَ(١) گهٽا، ڪَتيان ڪُجاڙو؟" "پ"
ڪاپي تان ڪيترو، **"آٿيان اڏارو"**، "م"
"جي وَرُ(٢) ڏئي وارو(٣)، تہ سُونهان سَرِتيُنِ وچ ۾". "پ"

(١) ڏنگي، پيچدار. (٢) مڙس، يتار. (٣) پيرو.

# (٢٤) سر پرڀاتي

"ڏاتِ (١) نہ آهي ذاتِ تي، جو وَهي سو لَهي"، "پ"
"اريون (٢) ابوجهن جون، سُپيرِ چامُ سَهي"، "پ"
"جو راءِ وَڻِ راتِ رَهي، تنهن کي ڄُڳي (٣) جانکيتان نہ ٿيءِ". "پ"

(٢)

"ڏاتارُ تُون، ٻيا مڙئي مَڱڻا"، "پ"
"مينهَن مُندائِتا وَسڻا، سَدا وَسين تُون"، "پ"
"جي گهَرِ اڄين مون، تہ ميربائي مانُ لَهان". "پ"

(٣)

"تون سَيَڙُ، آءُ سيکڙو، تون ڏاتار، آءُ ڏوهُ،
تُون پارَسُ، آءُ لوهُ، جي سَڃين تہ سونُ ٿيان". "پ"

(۴)

اُتِ ڪِرتِ وارا ڪيترا، ڪِرتِ ڪبو ڪوهُ؟
جيڪي بندو ڪمر ڪري، سو مڙوئي ڏوهُ، "پ"
"تُون پارَسُ آءُ لوه، جي سَڃين (۴) تہ سون ٿيان". "پ"

---

(١) مرتبو، مقام. (٢) نخرا، نات. (٣) بکا. (۴) لڳين.

# (٢٥) سر گهاتو

ڏهاٽي ڏِنَمِ ڪيترا، جنهين مارِيو موڪُ،
گهَرَ ۾ گهاتوُئَڙَنِ (١) جا، تا مارينم ٺوڪَ،
”لَڏي وچان لوڪَ، اونهي ويا اوهرِي“. ”پ“

(٢)

”نَڪا بُوءِ بازارِ ۾“، نَڪا ڇَلَرَ ڇَٽَ (٢)، ”م“
جِتي ڏنيِرَن جي، اڳي هئي اَڪَٽَ (٣)،
”سي پِڙَ پَسيو پَٽَ، ماڙهو وَڃَنِ موٽيا“. ”پ“

(٣)

”اوري هئا نـه آئِيا، جيڪُسِ (٤) ويا پَري“، ”پ“
ساٽِي سڌ ڪري، ماڳ نِهاري موٽِيا.

---

(١) شڪارين. (٢) بدبوءِ. (٣) گهٽائي. (٤) جيڪر، جيڪڏهن.

# (٢٦) سر شينهن كيڏارو

"مُوران (١) مانو نہ رِئي، تازي (٢) جو توڙان"، "پ"
"هاڙِي جي هيٺو وَهي، گهڻ مُلهو گهوڙان". "پ"

(٢)

"نيهن، سيچاڻي (٣)، شيهن، تنهين قصد كبابَ سين"، "پ"
"راتِ كاڏائُون ڏينهن تہ پوڙِن (٤) بكيا". "پ"

(٣)

"كڻ بورائو بازَ كي، گِجهَہ م گِري (٥) لاءِ"، "پ"
آهي اُن اَنڌي جي **"جيفي (٦) پاسي جاءِ"**، "م"
"كاڄُ اهوئي كاءِ هو جو قوت كلابَ (٧) جي". "پ"

---

(١) اصل. (٢) گهوڙي. (٣) ترمچي باز جي مادي. (٤) گهمن، ڦرن. (٥) ڳچي لاءِ، كم آڻڻ. (٦) ڄونديه. (٧) كتن.

# (۲۷) سر آسا

توکي رسي تون ڏٺي، سيوئي جَمالُ (۱)، "پ"
"ڪونهي ٻيو خِيالُ، جي شارَڪَ (۲) شَڪُ وڃائين".

(۲)

"نَڪا اِبتدا عَبد (۳) جي، نَڪا اِنتها"، "پ"
جن سُڃاتو سُپرين، **"سي وڃڻ ڪي ويا"**. "م"

(۳)

صُورَتَ سوجهہ م تنهنجي، تون پي (۴) پڇين جو،
"سُخُنُ آهي سو، جو منهن مُقابِلِ نہ ٿئي". "پ"

(۴)

"تنهن نيڻن ڪئي نيران، جن ساجهر سيڻ ساڻيٽيا (۵)"، "پ"
"جيءَ جُسي ۽ جانِ، ڪَر حضوري حج ڪيو". "پ"

(۵)

ڪي جو وڃي ڪالهہ، **"اکيُون پَسي آئيُون"**، "م"
لالون ڪيون لَطِيفُ چئي، جانب جي جَمال،
"ٿيانيڻَ نِهال (۶)، جنهين دِلبرَ ديکيو (۷)". "پ"

(٦)

"اَکيُون سيئي ڏارِ، جن سان پَسين پرينءَ کي،
"ٻئي ڏانهن ڪِيمَ نِهارِ، گهٽو رِيسارا (۸) سُبرين". } "پ"

---

(۱) سونهن، چهره. (۲) شرڪ ڪندڙ. (۳) عبد ٻانهون "انسان". (۴) پرين.
(۵) ڏٺا، زيارت ڪئي. (٦) خوش، آباد. (۷) ڏٺو. (۸) غيرتمند، اڪروارا.

(٧)

"جت آه، ناه ڪا، اي خاڪي جو خيالُ"، "پ"
"جانب جو جَمالُ، پَسان (١) ئي پري ٿيو". "پ"

(٨)

"اَکِيُن ۾ رَتي ويهُ، تہ آءُ واري ڏَڪيان،
توکي ڏِسي نہ ڏيهُ، آءُ نہ پَسان ڪِي ٻِيو". "پ"

(٩)

"سِڪَ سِڪائي سِڪَ، سِڪَ نہ آهي سُتري،
لِڪَ لِڪوتي لِڪَ، تہ ڪيرن خبر نہ ٿئي". "پ"

(١٠)

"اُنير نہ ايمانُ، جئن ڪلمه گو ڪوناٿيين"، "پ"
دَغا تنهنجي دِلِ ۾، شِرڪُ ۽ شيطانُ،
"مُنهن ۾ مسلمان"، اَندَرَ آذر (٢) آهين". "پ"

(١١)

"مُنهُن تہ مُوسيٰ جهڙو، عادَتَ ۾ ابليس (٣)"، "پ"
"اهڙو خام خَبيثُ، ڪِڏي ڪوهُ نہ ڇڏئين؟" "پ"

(١٢)

"جان جان (٤) پَسِين پانَ کي، تان تان ناهِ نِماز"،
سَبُ وِڃائي سازَ، تِنهان پوءِ تَڪبير چُؤ". "پ"

(١٣)

"گالهه پريان جي گجهه جي، گالهه مَڙيئي گُجهه". "پ"
"هنئا اَکَهه (٥) م مُجهه، نہ منسون (٦) پرين نئن". "پ"

---

(١) پسڻ کان. (٢) يعني بت پرست. (٣) شيطان. (٤) جيسين خودي تنهنجو خدا آهي. (٥) ڏس. (٦) پيار مان.

(۱۴)

"اَڪِنُ ڪي آهِينِ، عَجَبَ جَهِڙيوُن عادَتوُن"، "پ"
"سورَ پَرائي ساڱَ جا"، "وَجيو وهائين"، "م م"
"اُتي لَنوَ لائينءِ، جتِ حاجَت ناه هشيارَ جي". "پ"

# (٢٨) سر مارئي

”قِسمَت قيدِ قوي، نہ تہ ڪيرُاَچي هِنَ ڪوٽَ ۾؟“ ”پ“
”لڪئي آٿي لوحَ [1] جي، هندُ ڏيڪاريس هيءُ“، ”پ“
پرچي ڪين پنوهار [2]، ريءُ جان، جسو ۽ جيءُ،
راجا راضي ٿيءُ، تہ مارن ملي مارئي.

(٢)

”قسمت قيد ڪياس، نہ تہ ڪيرُ اَچي هِنَ ڪوٽَ ۾؟“ ”پ“
”وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْدِ“ [3] وطن آءُ ويندياسِ،
مارُن ڪي مِلنديِاسِ، ڪوٺيُون [4] چڏي ڪڏهين. ”پ“

(٣)

اُتان اوني آيو، خبر اي ڪَري،
”وسارِج مَ وَرَ ڪي، پئج مُند مَري“، ”پ“
”ويندي، اُت وَري،“ ڪو ڏينهن آهين ڪوٽَ ۾. ”م“

(۴)

**”مَحليِن ماندي مارئي“، ”ڏنم مُنهن مَلور [5]“،** ”م م“
**”اِٿيا، سَٽِيا [6] نہ ڪري“، ”سونهن وِڃايس سُورَ“،** ”م“
پيس لوه لطيف چئي، لَٽس ڪوڏ، ڪَپورُ [7]،
”چِتَ جَنِ جا چِورُ [8]، سي مَڪي مُرڪ نہ ڪنديون“. ”پ“

---

(١) لوح محفوظ. (٢) ڏنار، مارون. (٣) مان اوهان کي ننهن کان بہ ويجهو آهيان. (۴) قيد خانو، جيل. (۵) پريشان. (٦) اٿيا وار. (٧) ڪافور، سرهاڻ. (٨) چيهون.

(۵)

عُمر آچا ڪَپڙا، ڪاٺياريون ڪيئن ڪن؟" "پ"
جنهين جا ٿَرَنِ ۾ وَرَ (١) ٿا، **"وِڻ (٢) سهن"**، "م"
"هوءِ جي حق پَچَن، سي ڪيئن سَڙيون سُومرا؟" "پ"

(٦)

**"آءِ ڪيئن سَوڙئين سمهان"**، **"مون ور گهاري سُڃَ"**، "م م"
"ور اباڻن سين اُڃُ، ڪُهِ شَربَتُ تنهنجا سومرا". "پ"

(٧)

"ور سي وَطن جائِيُون، صَحرا (٣) سَتُر (٤) جن"، "پ"
گولاڙا ۽ گُگرِيُون (٥)، اوچڻ اَباڻِن،
**"ويڙهيا گهمن ولئين"**، جهانگي منجهہ جُهنگَن، "م"
"موتڪي ماروئڙن، سُڃَ (٦) ڳٺائي سيڃَ ۾". "پ"

(٨)

"سنهي سُئي سِبيُون، مون مارو سين ساهُ"، "پ"
ويني ساريان سومرا! گولاڙا (٧) ۽ گاهُ،
هنئون منهنجو هُتِ تيو، هت متي ۽ ماهُ،
"پَکَنِ منجهہ پَساهُ، قَالِبُ (٨) آهي ڪوٽَ ۾". "پ"

(٩)

"اي نہ مارُن رِيتِ، جئن سيڻُ مَٽائين سونَ تي"، "پ"
اَچي عُمَرَ ڪوٽَ ۾، **"ڪَندِيَس ڪانہ ڪُرِيتِ (٩)"**، "م"
"پَکَنِ جي پِرِيتِ، ماڙيءَ سين نہ مَٽِيان". "پ"

---

(١) مڙس. (٢) مهٽا. (٣) برپٽ. (۴) ڍڪ، لڄ. (۵) ٿر جو خاص وڻ. (٦) شادي ۾ سيج جو ڏاجو مليو. (٧) ٿر جي ول ۽ ان جو ڦر. (٨) بدن. (٩) بدرسمي.

(١٠)

"نيئر [١] نـ لَهي نيهَن جو، لوهَ جالهي ويا"، "پ"
مارُن ڏاران مارئين، هون ڏُهِلا [٢] ڏينهن ڏنا،
"ڏيهي ڏُورِ ويا، رِڏيان ڏوراپا ڪَنِڪي". "پ"

(١١)

وينديَس وَطن سامُهين، مَلير مُوُن ماڳُ،
ڪرڙ چوندبيس قرب سان، چوڙبن سين چاڳُ [٣]،
ڏٽَ چوندبيس ڏيهـ ۾، ساڻ سرتين ساڳ،
"سنئون تيمـ سياڳُ، جي وجي تيان وَرجي". "پ"

(١٢)

هو پُونگا، هو پيٽيون، هي آه بُرساتِ،
سارِيو سارِبان سُومَرا، رُوحَ رَچايان راتِ،
"تن ۾ تنهنجي تاتِ، آئون پڻ گهوري ان ريءَ". "پ"

(١٣)

اُتان اوني آيو، ڪَهي مون وتِ ڪَالهـ،
لِڱَنِ تان لَطِيفَ چَئي، لوئي لاه م لالَ،
"پَلو ڪندو پالُ، مينهن وسندا موٽ تون". "پ"

(١٤)

اوني ويا اُڪري، سانيٽڙا سرواڻَ،
"هتي جنڻ هاڻ، ڪين گهرجي ڪا گهڙي". "پ"

(١٥)

عُمر آيو اوچتو، ڏاڍي مان ڏَمرَ،
ڪريان هت پـٽن تي، ڏجي ويا ڏَبرَ،
"پري ٿيا پنوهر، ڪُوڪَ سٽايان ڪَنِ ڪي". "پ"

---

(١) زنجير. (٢) ڏکيا. (٣) دار چوڙڻ. (۴) صفت وارو.

(١٦)

ڏُريــان ئــي ڏارَ، ويڙي وڙ جدا ڪــيــا،
”تن سڱَنِ ڪهڙي سار، ته ڪ اُنا مينهن ملير ۾؟“ ”پ“

# (٢٩) سر ڍول مارئي

رَمون ناه نِسنگ، رمون ار ارسين لاءِ،
”ڦُلان ڀَري ٽارڙي، ڀورا (١)! ڀَڳي نہ جاءِ“. ”پ“

(٢)

ڍولا مارِئي اهڙي، پاٽلي جئن رين (٢) ڪجورِ،
”منهن مٺي، گٽ گٽي، تون ڪيئن چڏي دورِ“. ”پ“

(١) ڀورڙا، چريا. (٢) ڪجي جو قسم سٽو.

# (٣٠) سر ڏناسري

توتي لَڄَ لَطِيفُ چَئي، هِنَ مُنهِنجي حالَ جي،
"ڪينهن ٻيا قَريبَ، تو ڌاران دوست مون". "پ"

(٢)

مِيان صاحب پير! منهنجا پلا پِٽَ ڏِٽي،
"تنهنجي آه تَٽي، ٻي ڪَنڌي سارِيان ڪانڪا". "پ"

(٣)

ميان صاحب مرشد، منهنجا سَڌَ سُڄُ تُون شاهَ،
آءُ اوهان جي آهِيان، ڪا مِهرَ ڪَرِيو مُون ڏانهُن،
"اَڪِيُو ن لڳِ الله، ڪڻ پانڌي ڏي پانهنجُون". "پ"

(٤)

"سارِيان سَڱهَ نہ ڪاءِ، زورُ نہ ڌري جيترو". "پ"
**"مٿان مون م لاءِ، پِيرَ پنهنجا هٿڙا".** "م"

(٥)

جي تُون آسائو آهئن، تہ هلي پس حبيبُ،
"تُرتَ مِ طَبيب، تيندو وُڏَلَ واڍوڙين جو". "پ"

# (٣١) سر پورب

آءُ ڪانگا! وَڻ ويهُ، سُڌيون (١) ڏي ساڻيهَ (٢) جون،
ڇَڳا ڀَلا سُپرين، ڪِ سُکِ وسي ساڻيه،
"پِرين لئيءِ پرڏيهَ، مون تان گهڻو نهارِيو". "پ"

(٢)

آنديُون ڪانگَ قُريبَ جُون، اَڄُ واڌايُون واهَ،
مُون مُرادُون پُنيون، ڙِيون سَراهِيُون ساهَ،
"آندا پِرين الله، سُڌَ منهنجا سابِ (٣) پيا". "پ"

(٣)

ڪانگَلَ نيئي ڪانگَ، منهنجي ڏي محبوبُ کي،
لالَنَ! لائين ڏينهڙا، ڪنهن سَتائي (۴) سانگَ،
"اوهان ريءَ اڙانگَ (٥)، ويني وَرهُ وسائيان". "پ"

(۴)

پُورب ۾ پيهي، تان مون گهُڻو نهارِيو،
سُڌِ نـہ مُکي سڄڻين، جيهي (٦) نـہ تيهي،
"هئا پُرَڏيهي، وَڃائي وَاتَ تيا". "پ"

(٥)

"کُتو جي (٧) ڪانءُ، پِريان سندي پارُجو،
انُهين مٿان آءُ، ڪوڙئين قُرباني تيان". "پ"

---

(١) خبرون. (٢) وطن. (٣) سڄابا. (۴) ضروري ڪم. (٥) ڏکي. (٦) جهڙي تهڙي. (٧) يا.

# (٣٢) سر ڪاموڏ

"گَندُ جَنِ جي گوڏِ ۾، پابوڙا (١) پوشاڪَ"، "پ"
**"اُنهين جي اوطاقَ"، "راجا رِيجهي آئيو".** "م م"

(٢)

ڪارِيُون، ڪوجهِيُون، ڪوڙيون، مورُ نہ موچارِيُون،
وني ويئِڙيُون واڳَ تي، **"ڪِڪِي جون ڪارِيُون"،** "م"
انهيءَ جون آرِيُون، سمي ريءَ ڪير سهي؟

(٣)

هٿين، پيرين، آرڪٽي، مُنهن نہ مهاڻي،
جئن سَڳو وچ سُرندي، **"تئن راڻين ۾ راڻي"،** "م"
اصل هئي ان ڪي، اَمَل چاماڻي،
سَمي سُڃاڻي **"بيڙو بُڏُرس ٻانهَ ۾".** "م"

(٤)

"گَندُ جَنِ جي گوڏِ ۾، مٿن تي موڙيُون (٢)"، "پ"
اڇن سنيوڙيون (٣)، سَمي جي سَلامَ تي.

---

(١) پيڻ جا پن. (٢) ويڙهيون. (٣) سنبريون، تيار ٿيون.

# (٣٣) سر ڪارايل

وينو ڄڻن وماسئن (١)، حيرت پوم هاڻ،
لِلن (٢) کي لَطيفُ چئي، اَچي (٣) ساڻ آراڻ (٤)،
"ڪَنگڻ لٿي ڪاڻ، گڏيو هنج حبيبَ کي". "پ"

(٢)

"ڪونر (٥) پاڙون پاتارَ ۾، پونر پري آڪاس (٦)"، "پ"
پنهين سندي ڳالهڙي، رازقَ آندي راس،
"تنهن عِشق کي شاباش، جنهن مَحبتي ميڙيا". "پ"

(٣)

"ڪونر پاڙون پاتارَ ۾، پونر پري ۾ سج"، "پ"
پنهين سندي ڳالهڙي، عِشق اي اهج،
توءِ (٧) نہ لَهي اُج، جي پيو پين پاڻ ۾.

(٤)

ڪارايل (٨) جي ڪوڏ (٩)، مون ڪينجهر سپ نهاريو،
وَري واهيري (١٠)، نہ وريا لِلا لاڪٽي (١١) لوڏ،
"هنئين جنسين هوڏ (١٢)، سي هنجهڙا سپ هلي ويا". "پ"

(٥)

"سُنهان پانءِ، مَ سَپَ (١٣) وياءِ (١٤) واسينگن جا"، "پ"
جنهين جي جهَڙَپَ، هاڙي هنڌائنئي نہ چُري.

---

(١) خيال پچائڻ. (٢) هنجهہ جهڙو پکي. (٣) مقابلو. (٤) گل جو قسم. (٥) آسمان ڏي. (٦) تڏهن بہ. (٧) مور پکي. (٨) شوق. (٩) آکيري ۾ ويهڻ وقت. (١٠) لکن واري. (١١) ڪشش. (١٢) نانگ. (١٣) ٻچا، اولاد. (١٤)

# (٣٤) سر بسنت بهار

آئي رُتِ بَسَنتِ [١] جي ڪي ڪنهارَ [٢] ڪڙيا،
خُستوري خُوشبوءِ ٿي، اچي پونرَ پريا،
"مونکي مُحب مِڙيا، لٿا ڏُکَ، سُکَ ٿيا". "پ"

(٢)

آئي رُتِ بَسنتِ جي، باغَنِ مُڪي بوند،
لالي ديکو لالَ ڪي، هيڪر وجي هوند،
"آهت جي آخوندَ [٣]، اوپَرَ سَڀِ اُپاهِيا [٤]". "پ"

(٣)

اڌ ميا اوڏاڻ، رُتِ رَسائي سڄڻين،
لڳي واءُ وڻن ڪي، چاڻيا پُنَ پراڻَ [٥]،
"پهريائون پهراڻ، سڪائي ساوا ٿيا". "پ"

(١) بهار، فصل گل. (٢) گل جو نالو. (٣) استاد. (٤) پيدا ڪيا (٥) پراڻا.

# لطفِ لطيف

علم و ادب جو افسر عبداللطيف آهي.
مُلڪِ سخن جو قيصر عبداللطيف آهي.

بحرِ معاني ڇُلڪي، اُن جي تو هر اکر مان،
جادو بيانْ سخنور عبداللطيف آهي.

عظمت ۾، فلسفي ۾، جدّت ۾، شاعري ۾،
دنيا ۾ پهريون نمبر عبداللطيف آهي.

جوهر جو قدر ٿيندو، جوهر شناس ڪي آ،
جئن قدردانِ گوهر عبداللطيف آهي.

پڙه طالب محبت، اسباقِ عشقُ ان مان،
جوڙي ڇڏيو جو دفتر عبداللطيف آهي.

تصنيف ان جي ڏي ٿي، پيغامُ حُريّت جو،
آزاديءِ پيمبر عبداللطيف آهي.

ڇو ڪين عاشقن جي مطبوعِ قلب ٿيندو؟
حسن و وفا جو مظهر عبداللطيف آهي.

دل جي حضور سان تا، ان جا لکن قصائد،
اهلِ سخن جو دلبر عبداللطيف آهي.

مطلوبؒ کي پسائي، تو منزلِ حقيقتؒ،
راهِ هُدا جو رهبر عبداللطيف آهي.

وقفِ ثنا ڪيائين، ڪيڏارو سر سڄوئي،
حَسنينؑ جو ثنا گر عبداللطيف آهي.

مَرغوبِ ربِّ اڪبر، آلِ نبيءِ اطهر،
اولادِ شاهِ حيدر عبداللطيف آهي.

"سسئي" جي سوز سان تو، ماتم ڪري "پنهل" جو،
درد و الم جو خوگر عبداللطيف آهي.

ڪٿ "مارئي" "عمر" ڪٿ، ڪٿ "هير" ڪٿ هو "رانجهن؟
ڪٿ "سهڻي" ڪٿ هو "ميهر" عبداللطيف آهي.

"ليلان" جي لاءِ ڪٿ تو، ڳوڙها ڳلن تان ڳاڙي،
ڪٿ چاه ۾، "چنيسر" عبداللطيف آهي.

لطفِ لطيف کان هُل ُهو حقؒ جو رهي تو،
باهر لطيف، اندر عبداللطيف آهي.

غوّاصؒ تي سخن جا، موتي ڪڍي ڪو باهر
علم و ادب جو ساگر عبداللطيف آهي.

اهلِ سخن اچي ٿا، ٿين مستفيض "اظهر"
فيض و ڪرم جو مصدر عبداللطيف آهي.

# مناجات درگاه قاضي الحاجات

ياخدا آ دعا هي اظهر جي
ٿي زيارت مونکي پيمبر جي
بارُ عصيان جو سر تي باري آ
خوفُ محشر جو دل تي طاري آ
ڪنهن جي آڏو ڪريان وڃي فرياد
تو بنا ڪير جو ڪري امداد؟
آهين مالڪ تون دين و دنيا جو
آهين وارث اڪيلو عُقبيٰ جو
ٿي بيان ڪهڙو تنهنجي قدرت جو؟
نڪري نقشو ڇا تنهنجي صنعت جو؟
ڦريون گردن زمين تي خم ٿيندي
مدعا پو زبان تي ايندي
صدقي پنهنجي ڪرم ۽ شفقت جي
صدقي خير البشر جي رحمت جي
صدقي مُشڪلڪُشا ۽ حيدر جي
صدقي زهرا، شبير و شبر جي
دين و ايمان ڪر عطا مونکي
مُنهن ڏيکاري نہ ڪا خطا مونکي

ذوقُ علم و ادب جو رک قائم
تنهنجي تعريف تي مونکان دائم
قبر جو مون تي کو عذاب نہ ٿي
جي فرشتہ اچن حساب نہ ٿي
تي شفاعت جو ڏڍُ قيامت ۾
مونکي حاصل ٿي جاءِ جنت ۾
کعبہ اوّل جو خير ٿي خالق
قوم مسلم کي فتح ڏي خالق
ظلم ڪشمير تي يکو ٿو رهي
کر کرم کين کا نِجاتَ ملي
سَرَ کنيون جگ ۾ آه امريکا
کر اراده انهيءَ جا جملہ فنا
جيکا اولاد حکم ۾ آهي
اُن جي قسمت کي چڱ خدا ناهي
شال آباد هو رهن جگ ۾
ڏکَ اکين سان نہ کو ڏسن جگ ۾
خوش گذارين دوست جت آهن
آس الله مان تہ هو لاهن
حَقُّ بُدّل بيڙا تمرت تاري تو
ماٺهو "اظهر" مثل جياري تو
هي سخن تي قبول سرور دين
دوست، احباب سي چَوَنِ آمين.

# قطعات تاريخ ڪتاب هذا

سنڌي ادب ۾ "اظهر" آيو نئون اضافو،
منظوم هي پهاڪا هرڪو پڙهڻ ٿو چاهي.
جي بيت پانيون دل ۾، سي آيتن برابر،
تفسير آ قرآني، هي ڏسُ ڏنوآ ڏاهي.
ذي الحج جي آ پهرين، سومر جو پيروارُ آ،
ٿي ويو ڪتاب پورو، ڇپجڻ ۾ دير ناهي.
هاتف کان سَنَ جئن جو، هجري پڇيم چيائين،
ڪرسن رقم اي اظهر "تيغ جهاد" آهي.
(١۴٢٣ هه)

(٢)

ترتيب هن رسالي، جي آ نئين نموني،
يڪجا ملن پهاڪا، سنڌي ادب ۾ رنگ آ.
هي شاه جو ڪرشمو، هي شاه جو ڪمال آ،
جو تو ڪري مطالع، هو رهجي ويندو دنگ آ.
مون غيب کان پڇيا ڪئي، "اظهر" انهيءَ بڌايو،
لک ٻه هزار ۽ ٽي، سَنَ عيسوي جو انگ آ.
(٢٠٠٣)

بفضل خدا ٿيو، ڪتاب آهه پورو.
دعا دوستن جي، انهيءَ جو اُجورو.

تمت بالخير

# مهراڻ اڪيڊميءَ جا لطيفيات تي ڇپايل ڪتاب

✍شاهه جو رسالو 250/=

.................................... علامه غلام مصطفيٰ قاسمي

✍ شاهه جو رسالو (پاڪيٽ سائيز) 160/=

.................................... غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ

✍ لغت شاهه جو رسالو (پاڪيٽ سائيز) 90/=

.................................... غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ

✍ شرح لطيف (سر ڪلياڻ) 80/=

.................................... رسول بخش ڏيرو

✍ شرح لطيف (سر يمن ڪلياڻ) 44/=

.................................... رسول بخش ڏيرو

✍ لطيف جو پيغام 48/=

.................................... ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

✍ پلارو پٽ ڏٽي 40/=

.................................... ڊاڪٽر بشير احمد "شاد"

✍ لطيفي لات 60/=

.................................... ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

✍ عرفان لطيف 60/=

.................................... ڊاڪٽر بشير احمد "شاد"

✍ پٽ جو گهوٽ 150/=

................................... ڊاڪٽر بشير احمد "شاد"

✍ ڳالهيون شاهه لطيف جون 36/=

................................... غلام مصطفيٰ مشتاق ميمڻ

✍ لغات لطيفي 200/=

...................................مرزا قليچ بيگ / سيد علي رضا شاهه

✍ شاهه عبداللطيف (تحقيقي مضمون) 50/=

................................... ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

✍ شاهه عبداللطيف (شاعري ۽ فن) 36/=

...................................علامه آءِ آءِ قاضي / عبدالغفار سومرو

✍ ست سورميون ـ ڏهه ڏاتار 36/=

................................... معمور يوسفاڻي

✍ لطيف جا تر تان پيرا 50/=

................................... معمور يوسفاڻي

✍ ڊولبو ڊت ڏٽي (شاهه رحه ۽ ٻين شاعرن جي ڪلام جو اڀياس) 80/=

................................... معمور يوسفاڻي

✍ شاهه جي ڪلام ۾ پهاڪا ۽ محاوره 60/=

................................... سيد اظهر گيلاني

# شاھ جي ڪلام ۾
# پھاڪا ۽ محاورا

شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحہ پنھنجي ڪلام وسيلي سنڌي ٻوليءَ کي نئون اسلوب، گرامر، نوان نوان پھاڪا، محاورا ۽ تشبيھون ڏئي ھڪ نئين زندگي بخشي ڇڏي آھي.

ھونئن تہ شاھ صاحب جي زندگي، فن ۽ فڪر تي گھڻو ڪجھ لکيو ويو آھي پر سندس ڪلام جي اڀٽار ان ريت ڪونہ ڪئي وئي آھي جو سندس ڪلام ۾ آيل پھاڪن ۽ محاورن کي چونڊي ڇاڻي نروار ڪيو وڃي. اھو ڪم سنڌ جي نامور بزرگ شاعر ۽ جمعيت ـ الشعراء سنڌ جي صدر سيد اظھر گيلاني ڪافي عرصي جي تحقيق ۽ محنت ڪانپوءِ توڙ رسايو آھي.

ھن ڪتاب ۾ نہ صرف شاھ صاحب جي سمورن سُرن ۾ آيل محاورن ۽ پھاڪن وارن بيتن جي نشاندھي ڪئي وئي آھي پر شاھ جي فن سان واسطو رکندڙ املھ معلومات پڻ ڏني وئي آھي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)